| | |
|---|---|
| ڪتاب: | زلف اياز |
| شاعر: | اياز قادري |
| ڪمپوزر: | نظر حسين ملاحُ |
| پهريون ڇاپو: | آگسٽ 2007ع |
| ڇپائيندڙ: | قادري قلم قبيلو، لاڙڪاڻو |
| مُلهه: | 100/= |
| ملڻ جو هنڌ: | ذوالفقار علي قادري |
| | پنجين ڪمرشل اسٽريٽ، ڊفينس فيز 4 ڪراچي |
| | فون نمبر: 5895284_ 5887643 |
| | رابيل ڪتاب گهر، اسٽيشن روڊ، لاڙڪاڻو |

# سئاءُ

ٻـ اکر

# ڪلاسيڪي روايت جو تسلسل

اياز قادريءَ جي فن ۽ شخصيت تي لکڻ ۽ ڳالهائڻ لاءِ اهڙو ماڻهو گهرجي جيڪو مجموعي ڪارڪردگيءَ جي حوالي سان ڪائنس مٿيرو هجي. بظاهر هڪ استاد پر حقيقتاً تمام گهرو انسان، جنهن نه ڪنهن کي ڏکايو، نه ڪنهن کان ڪجهه گهريائين. نه سياست واري ڦون ڦان، نه ڪوڙي پبلسٽيءَ جي خواهش، نه وري ڪو دهمان. صاف سڌو نرو ۽ کرو، قول ۽ فعل ۾ هڪ، تحرير ۽ تقرير ۾ ساڳو، جهڙو اندر تهڙو ٻاهر، جيڪو چيائين ڪري ڏيکاريائين. عالم، فاضل، عامل ۽ ڪامل. حسب نسب ۾ فقيري، عجز ۽ انڪساري. پلا جنهنجي سرشت ۾ ڇهن نسلن کان رت رتيل هجي. جنهن جا ابا ڏاڏا، بلڪ ڇهه ئي پيڙهيون علم ۽ ادب جو قلم ڪنيون ويٺيون هجن. ٽي صاحب ديوان شاعر ورثي ۾ مليل هجن ۽ جنهن اڪيون مشاعرن جي مهڪ ۾ کوليون هجن. ان تي لکڻ لاءِ واقعي اهڙو ماڻهو گهرجي جنهن جي پس منظر تي گهٽ ۾ گهٽ اهڙا ڇٽ ڇٽيل هجن. ابتدا ۾ ڪجهه ماڻهن کي ڇيم پراهي منهنجي توقع کان ننڍا ماڻهو نڪتا.

ان حوالي سان هيءَ هڪ حقيقت آهي ته اسانجا ادبي نقاد تبصري نگار چاڪيءَ جي ڏاند وانگر مخصوص نقطہ نظر تحت هڪ محدود دائري ۾ ڦرندا رهيا آهن. جنهن ڪري ڪيترين ئي قدآور علمي ادبي شخصيتن سان انصاف نه ٿي سگهيو. جن ۾ محترم اياز حسين قادريءَ جو نالو سرفهرست آهي. سندس حق ۾ انصاف پسندي جو مظاهرو ڇونه ٿي سگهيو؟ اهو ڪنهن اڪيلي فرد جو سوال ناهي، بلڪ ان کي "اهليت جو احتجاج" سمجهڻ گهرجي ۽ اهو احتجاج اڌ صديءَ تائين فقيري مزاج جي

تابع رهيو.

محترم اياز حسين قادريءَ جي علمي ادبي خدمتن جي حوالي سان وڌا تفصيل ڇاڻائي سگهجن ٿا پر سندن ئي خاندان جي فرد هئڻ جي ناتي منهنجي حوالي سان اهو عمل وري به خود سرائي ليکيو ويندو, تنهن ڪري مان ان ڪان پاسو ڪندي سائين اياز قادريءَ جي هن شعري مجموعي بابت مانائتن پڙهندڙن سان مختصر ويچار ونڊڻ تي ئي اڪتفا ڪندس.

مونکي اهو چوندي ڪا به هبڪ محسوس نٿي ٿئي ته "زلف اياز" ۾ شامل شاعري ڪلاسيڪي روايت جو خوبصورت تسلسل آهي، هن مجموعي ۾ شامل گهڻي شاعري 40 ۽ 50 واري ڏهاڪي ۾ سرجي وئي جنهن کي پڙهي ڪري اڄ به ائين محسوس ٿئي ٿو ڄڻ اها پهريون ڀيرو منظر تي آئي هجي!

غزل جي ترويج ۽ ترقيءَ لاءِ قادري خاندان جون خدمتون روز روشن جيان عيان آهن ئي پر "زلف اياز" جي مطالعي ڪان پوءِ لامحاله محسوس ٿو پوي ته قادري قلم قبيلي جي ذميداريءَ "نظم" سان به واه جو انصاف ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ سندس "منظوم ڊرامي(نظم) "مومل راڻو" کي هڪ سگهاري مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو.( انهي خوبصورت ڊرامي کي سنڌ جي مکيه شهرن ۾ پوري اهتمام سان پيش ڪرڻ جي تجويز به زيرغور آهي)

وڏڙن جي ملهائتن وکرن کي قدردانن آڏو آڻڻ جون ڪوششون جاري آهن. سائين اياز حسين قادري جو هيءُ شعري مجموعو پڻ اِن سلسلي جي ڪڙي آهي، اميد ته اوهان کي پسند ايندو.

ذوالفقار علي قادري

49/1 پنجين ڪمرشل
اسٽريٽ،
ڊفينس فيز4، ڪراچي



# منهنجو خدا

(طرح: ڪشتيءَ بحرِ الم ۾ ناخدا منهنجو خدا)

آهہ هر گمراهہ جي لئہ رهنما مُنهنجو خُدا،
مشعلِ راهِہ هُدا رب العليٰ مُنهنجو خدا.

ناهہ هُو محدود ڪنهن هڪ لاءِ پر سڀ لاءِ آهہ،
تو چوڻ سيڪو تہ آ مُنهنجو خدا منهنجو خدا.

ڪنهنکي ڏئي تو آڳ ۾ ڪنهن کي تو پٿر ۾ ڏئي،
آهہ رزاقِ دو عالمِ ڪبريا مُنهنجو خدا.

ساحلِ خوشنودگيءَ تي جلدُ رسندس چو جو آهہ
ڪشتيءَ بحرِ الم ۾ ناخدا مُنهنجو خدا.

ڪين ڪي جي دادُ تو وٽ دلربا مُنهنجو ٿيو،
آهہ آخر داورِ روزِ جزا مُنهنجو خدا.

تو جي رخ ڦيري ڇڏيو، دنيا بہ جي مونکي ڇڏيو،
ڇا ڇڏي ڏيندو مٺا مونکي ڀلا مُنهنجو خدا.

عمر گذري آ وئي ڏوهن گناهن ۾ سڄي،
بخش عاصيءَ جي ڪندو هر هڪ خطا مُنهنجو خدا.

آهين تون تقويٰ تي نازان ٿاجهہ اُنجي تي "اياز"
آهہ بخشڻهار بيحد زاهدا منهنجو خدا.

*



# نعت رسول

بشر آهه ليڪن جو نور خدا آ،
اهو مصطفيٰ آ، اهو مصطفيٰ آ.

سَجو جڳ مُعطر مُعطر ويو ٿي،
درِ مصطفيٰ کان ڇا آئي صبا آ.

نہ دُنيا جي طالب، نہ جنت جي خواهان،
محمد تي هيءَ دل، فِدا آ فِدا آ.

نہ اُمت جي ٻيڙيءَ کي آ لهر لوڏو،
جنهين جو رسول خُدا ناخدا آ.

جو آيو سُوالي، ويو سو نہ خالي،
غريبن فقيرن جو حاجت روا آ.

اِهو دردِ دل آهہ دِل کان بہ پيارو،
محمد جنهين دردِ دل جي دوا آ.

ڪري ڪيئن سگهي ڪوئي تعريف ان جي،
ثناخوان خُدا جنهن جو صبح و مسا آ.

ڏِهاڙي قيامت جي ڏسندا، هُو چوندو:
ڇڏيو هن کي مُنهنجي هيءَ در جو گدا آ.

نڪيرين پُڇندا ڇا آنديءِ قبر ۾،
مان چوندس محبت حبيبِ خدا آ.

"اياز" آهہ بيشڪ، غلامِ محمد،
نہ عابد، نہ زاهد، نڪي پارسا آ.

*(3 مئي 1971ع تي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ منعقد ٿيل نعتيہ مشاعري لاءِ لکيو ويو).*

✳



# نعتِ رسول

محمد نورِ حسنِ ڪبريا آ
رضا تي حق محمد جي رضا آ.

سهارو بي سهارن جو محمد
پليل انسانيت جو رهنما آ.

بشرڪان ڪيئن ٿئي تعريف انجي
ڪئي واکاڻ جنهن جي خود خدا آ.

اسان آهيون گدا سڀ انجي در جا
محمد بادشاهِ دو سرا آ.

سوالي هن جي درتان ويو نہ خالي
محمد صاحبِ جود و سخا آ.

گناهن جو نہ آهي خوف مونکي
محمد شافعِ روزِ جزا آ.

اها دل آهہ روشن سج چنڊ کان
نبيءَ جي عشق جي جنهن ۾ ڇنا آ.

محمد جو زبان تي ورد آهي
سندس نالو رکيو دل جي دوا آ.

"اياز" ان جي عنايت جو آ طالب
محمد جيڪو محبوبِ خدا آ.





# نعت رسول

محورِ فضلِ مصطفيٰ تون آن
هاديءِ منزلِ هديٰ تون آن.

توسان انسانيت کي شان مليو
ساري عالم جو پيشوا تون آن.

تنهنجي آئي وئي ڪفر جي اوندهه
جنهن سان روشن آ جڳ، ضيا تون آن.

جنهن سان بيدار ٿيو جهان سارو
سو پڙاڏو، ندا، صدا تون آن.

رهنما جي پنڌيان مان ڇو ڊوڙان
رهنمائن جو رهنما تون آن.

دان در تان وٺن ٿا سڀ تنهنجي
مالڪ شاهه ۽ گدا تون آن.

تون غريبن جو پرچهلو آهين
مظهر رحمت خدا تون آن.

جي خدا جو حبيب تون آهين
منهنجي من جي به مدعا تون آن.

ڪين ميڙيو مون ڪجھ سوا ڪجھ آ
مون خطاڪار جي شفا تون آن.

آ گناھن جي بحر ۾ قاتل
منھنجي ٻيڙي جو ناخدا تون آن.

درد مونکي ڪو لادوا آھي
لادوا درد جي دوا تون آن.

جھول خالي "اياز" جو آھي
صاحبِ جود ۽ سخا تون آن.

توسان الفت جو ڇا بيان ڪريان
ابتدا تون ۽ انتھا تون آن.

(نوٽ : ھي نعت 29 سيپٽمبر 1975ع تي ڪراچي ريڊيو مشاعري ۾ پڙھي وئي جنھن ۾ تاجل بيوس، شعبان بخت، محمد جمن ھالو، نواز علي شوق، عبدالحليم جوش ۽ شمشير الحيدري به ھئا).



# سلام

السلام اي فاطمه جا ناز پرور يا حسين
اي نبي جا لاڏلا نورِ پيمبر يا حسين!

دشمنن جا ها هزارين زخم تنهنجي تن مٿي
هو تڏهن پڻ تنهنجي لب تي شڪر شاڪر يا حسين.

تنهنجي سامهون تنهنجا ٻچڙا ٿي ڪُٺا پر صبر هو
ڪين ٿيندو ڪنهن ڪان اهڙو صبر صابر يا حسين.

ٿي اڃا شادي نہ پوري، گهوٽ قاسم ويو ڪسي
آ نسورو غم الم ۽ ڏک جو دفتر يا حسين.

مشڪ پاڻيءَ جي ڀرڻ عباس ويو سوئي فرات
پر نہ وريو فوج دشمن مان غضنفر يا حسين.

دشمنِ دين جي هٿان سو پڙ مٿي پرزا ٿيو
جو محمد جي هو صورت نيڪ اڪبر يا حسين.

ڪيترن ڏينهن جو پياسو تنهنجي هنج ۾ ٿيو شهيد
ظالمن جي تير سان معصوم اصغر يا حسين.

تنهنجا يائر تنهنجا ساٿي ٿي ويا سيئي شهيد
ٿي ويو ميدانِ ڪربل خون ۾ تر يا حسين.

آسمان روئڻ لڳو ڳوڙها وهايا ٿي زمين
تنهنجي گردن تي هليو جنهن وقت خنجر يا حسين.

جيڪي ڪجهہ هو قافلي ۾ سو ويا ظالم لٽي
ڪين ڪي باقي بچي زينب جي چادر يا حسين.

تنهنجي ڏک ۾ آ هر اڪ اِنس و ملڪ جي اشڪبار
تنهنجو غم ۽ تنهنجو ماتم آ هر گهر گهر يا حسين.

*





(طرح: ڪاغذي آ پيرهن هر پيڪرِ تصوير جو)

ڪاغذي آ پيرَهن هر پيڪرِ تصوير جو
۽ نٿو هٿجي ڪڏهن پيي دست دامن گير جو.

ناصحا نامِ خدا چڏ مونکي منهنجي حال تي،
عشق جي تقدير سان ڪم ڪين آ تدبير جو.

گرچہ مسلم آهيان پر دل تہ ڪافر ٿي وئي،
نقش چٽجي آ ويو اُن تي بُتِ بي پير جو.

چشم ميگون کي ڏسي مدهوش اهڙو ٿي ويس،
سپ چوڻ مونکي لڳا هي لائق آ تعزير جو.

جسم جي پڃري منجهان ويندو اڏامي مرغِ روح،
پيچ دلبر تو ڪڍيو جي زُلف جي زنجير جو.

عشق تُنهنجي ۾ گُل رهي ٿو چاڪ دامان دائما
باغ ۾ گُل جو ۽ بر ۾ عاشقِ دلگير جو.

آب اکين جو ڏنم ۽ دل جي ٽڪرن کي هنيم
سر ڏئي پورو ڪيم ڪم عشق جي تعمير جو.

رات پيي روئڻ لڳي ۽ آسمان گردش ۾ ٿيو
ٿيو اثر هي آهہ منهنجي نالئہ شبگير جو.

هو بہ ديوانن جيان جهنگل ۾ آيو آ "اياز"
نيٺ ظاهر ٿيو نتيجو آہ جي تاثير جو.





(طرح: پنهنجي هستي تي بشر کي ناز آهہ)

جي عزيز و يار مون سان ساز آهہ
ڇا ڪندو ڪو غير جي ناساز آهہ.

چنڊُ جيئن آ سونهن ۾ تارن کان وڌ.
هو حسينن ۾ ائين ممتاز آهہ.

جنهن تي هُن جي پئي نظر سو ٿيو شڪار،
هو ڇِڙين دلين جي لئي شهباز آهہ.

قبر مان مُردا اٿيا ڦاڙي ڪفن،
هُن جي ٺوڪر جو اهو اعجاز آهہ.

ڪين ڪو پهتو خدا سان عشق ري،
عاشقن جو عرش تي پرواز آهہ.

ٿو ڦران در در مان ديوانن جيان،
عشق جو يارو اهو آغاز آهہ.

هيءَ ۽ هوءَ دنيا وجي ٿي خاڪ جهٽ،
اهڙي منهنجي آه آتشباز آهہ.

خاڪ آهين خاڪ ٿيندين پر "اياز"،
پنهنجي هستيءَ تي اجايو ناز آهہ.





( طرح: مطلب جي آهہ دنيا مطلب جا يار آهن)

مشغول دخت رز سان جي بادخوار آهن،
مسجد چڙهي سي آيا پرهيزگار آهن.

حسن و شباب تائين هر ڪنهن جو عشق آهي،
مطلب جي آهِ دنيا مطلب جا يار آهن.

سک ۾ آ ساٿي هرڪو، ڏک ۾ نہ ڪوئي آهي،
آهي خزان تہ پن پيا ٽاريءَ کان ڌار آهن.

جي ڪين ڪي اچي ٿو سهڻن کي ڪم پيو ڪو،
دلين ڦرڻ ۾ ڏاڍا هُو هوشيار آهن.

ڪارا ڪڪر اچن ٿا نچندا جي آسمان کان،
دوش هوا تي چڙهي سي سهڻي جا وار آهن.

جنهن ڏينهن کان ٿيو آ توسانءُ عشق دلبر!
دل منهنجي تي غمن جا ڇانيل غُبار آهن.

فرقت ۾ تنهنجي هر دم ايڏو رئان ٿو گويا،
چشمن مان منهنجي جاري خود آبشار آهن.

آمد ڏسي سندس مان مژگان وڇايون رهہ ۾
رستو مٿي ڇپائين: رستي ۾ خار آهن.

رحمت رحيم جي تي سائل "اياز " سڀ ٿيا
اميدوار عاصي، پرهيزگار آهن.





(طرح: جا اهي صدما سهي سا دل ڪٽي)

جي ڏسي ٿو تڙپندو بِسمل ڪٽي،
تہ بہ ٿئيِ ٿو رحم لئہ مائل ڪٽي.

سِرُ تريءَ تي ٿا کڻي عاشق گھڻا،
هر ڪنهين کان ٿا پُڇن: قاتل ڪٽي.

هن جي در تي جو ويو ڦرجي ويو،
دل ڦرائڻ ري وري سائل ڪٽي.

لوڻ زخمن تي ٿو ٻُرڪي هُو سدا،
عاشقن کان آهِ هُو غافل ڪٽي.

دخت رَزمان خوب ڪسرون سپ ڪيون
جي ٿئي ان سان ڪڏهن محفل ڪٽي.

سر ڏيان نذرانو جيڪر پر "اياز "
آهہ هي محبوب جي قابل ڪٽي.





هُن جي ڇهري تان هٽي جنهن وقت ويو ڪارو نقاب،
شرم کان تنهن وقت ڪڪرن ۾ ڇپي ويو ماهتاب.

حسن دلبر جي ڪري، دنيا ڪي آهي عز و شان،
آهه رونق باغ ڪي جي تو ٿئي پئدا گلاب.

آگ فرقت آ جلائي جسم جي هر تار تار،
آبَ چشمن مان سُڪي ويو ۽ جلي دل ٿي ڪباب.

عشق هُن جو منهنجي دل ۾ روز تو وڌندو رهي،
وقت گذرڻ سان ٿئي تو تيز تر ڪُهنو شراب.

سُور سَختين کان پڳين جي ڪين مِلندين مُحب سان،
ڪين خارن جي سهڻ ريءَ تو ٿئي حاصل گلاب.

تار اشڪن جي سان مان ڪهڙا سِبي ڪهڙا سِبان،
چاڪ مزگان جا ڏنل دل کي ٿيا جي بي حساب.

اَچ اَچي مِلُ پو متان پڇتائين تون وينو "اياز!"
آهه جلدي ختم ٿيڻو هي حياتيءَ جو حُباب.







(طرح: اٿي بيڪار ڪنهن ڪم ڪار ۾ ڦب)

وهڻ واندي ڪان ڪنهن بيگار ۾ ڦب
اٿي بيڪار ڪنهن ڪم ڪار ۾ ڦب.

پريشان زلف هن جو ٿو رهي دل.
ٿئي بنجي تو زلف يار ۾ ڦب.

ڪريان گل ڇو سو؛ مس حاجت غم ۾.
وڃي دلدار جي سوں ها ۾ ڦب.

ڪريان قدمن ۾ سنايل سي سوں ڇو سو'
اي دامن دست جي هر خار ۾ ڦب.

وڃين سو عرش تي جو نالہ دل!
تون ڪنهن صورت دل دلدار ۾ ڦب.

ڪٿي دل جي نہ نڪرن جو تحفو
" اياز " اچ حسن جي دربار ۾ ڦب.

تون لاهي ساهہ جو سانگو اي بلبل
وصال گل جي لئہ گلزار ۾ ڦب.

ستائين ڇو ٿي تون اي ياد دلبر!
دوا ٿي اچ دل بيمار ۾ ڦب.

مِٽي عاشق جي رُسوا ڇو ٿئين ٿي!
ٿِي گارو يار جي ديوار ۾ ڦب.

ڇيم هن کي رهڻ ڏي هن گليءَ ۾.
ڇپائين: ٿر وڃي ڪنهن غار ۾ ڦب.







(طرح: معبود پنهنجو بت کي بنايم برو ڪيم)

معبودَ پنهنجو بُتَ کيِ بنايم بُرو ڪيم.
ناحق تي پنهنجو دينِ وڃايم بُرو ڪيم.

هُن بي وفا ۾ مهر وفا جي طلب رکيم.
ڪاغذ جي گل تي آس لڳايم بُرو ڪيم.

مونکي خيال يار ڇڏيو قبر ۾ ٻه ڪين.
دم ٻر مٺي ٻه سک نه پرايم برو ڪيم.

هڪ شمع رو جي عشق ۾ شوريده سر ٿي پاڻ.
پروانه وار دل کي پچايم برو ڪيم.

بازيگرن سان ڪير ٿو بازي رکي سگهي؟
سهڻن سان سر جو داءُ لڳايم برو ڪيم.

ديدار جي ملم جو ڪيڏي انتظار پاڻ.
دل جا. جگر جا چاڪ چڪايم بُرو ڪيم.

جوشِ جنونِ عشق ۾ ليڙون لٽا ڪري.
بستي ڇڏي ۽ بر کي وسايم برو ڪيم.

زلفِ بُتان جو روز تصوّر ڪري ڪري.
جڻ آستين ۾ نانگ نپايم بُرو ڪيم.

دنيا ٻه ڪين جنهنکي سمائي سگهي "اياز"
سو دردُ پنهنجي دل ۾ سمايم برو ڪيم.





عشقِ بُتان ۾ عمر وڃايم ڇڱو ڪيم،
بُت خانو دل کي پنهنجي بنايم ڇڱو ڪيم.

هُن شمع رُو جي ياد ۾ ڳوڙها وهائيندي،
هستيءَ کي شمع مثل جلايم ڇڱو ڪيم.

پنهنجي اکين کي پاڻ ڪري سرخرو ڇڏيم
چشمن مان خون دل جو وهايم ڇڱو ڪيم.

دل جي ڪليءَ تي ڪوڙ ملي ويا غمن جا گل
نفعي ۾ مال پنهنجو مَتايم ڇڱو ڪيم.

سوزِ فراقِ يار پڇائي پڪو ڪيو
غمِ کي رفيقِ ڪار بڻايم ڇڱو ڪيم.

غيرن جي بدنظر کان بچائڻ جي واسطي
تصوير هُن جي دل ۾ ڇپايم ڇڱو ڪيم.

منصوريي نہ جنهن کي ڇپائي سگهيو "اياز"
هردم سو رازُ رازُ رهايم ڇڱو ڪيم.





تنهنجي جي صدقي مال و زر ۽ گهرُ ويو ڇا ٿي پيو،
سِر جي مالڪ جي مٿان جي سر ويو ڇا ٿي پيو.

نامبر باد صبا کي ئي ٻڌائيندس ڪٿي،
جي ڪبوتر جا ڪٽي ڪو پر ويو ڇا ٿي پيو.

عُمر پر پٿر ئي کاڌاسون جُنون عشق ۾
قبر تي جي ڪو رکي پٿر ويو ڇا ٿي پيو.

ڏي نه ٻڪ ۾ ئي پيان تُنهنجي هٿان ساقي شراب،
جيڪڏهن آهي ٽُٽي ساغر ويو ڇا ٿي پيو.

جنهن مٿان سارو جهان قربان ڪرڻ آهي بجا
ان مٿان صدقو ٿي منهنجو سر ويو ڇا ٿي پيو.

مر وڃي محفل منجهان نڪري رقيبِ رُوسيه
جي هليو شيطان جو همسر ويو ڇا ٿي پيو.

زندگيءَ ۾ ڪين ڪي اڳڙي به ٿي ڪنهن کان نصيب،
اڄ وڃهي ڪو قبر تي چادر ويو ڇا ٿي پيو.

غم نہ ڪر امید رکُ، ايندو سگهو تنوڏي سجڻُ،
جي پري پهلوءَ کان ٿي دم پر ويو ڇا ٿي پيو.

ڪين عاشق جو ڪيو هُن قدر جنڙي اي "اياز!"
قبر تي جي گُل ڪٿي هر هر ويو ڇا ٿي پيو.





(طرح: ڪوئي لڳائي ڪنهن سان تہ سمجهي لڳائي دل)

زُلفِ بُتان جي پيچَ ۾ هيڪر اڙائي دل
ڪوئي سُجهي ٿو ڪين جو پنهنجي ڇڏائي دل.

پٿر سان لڳندو شيشو تہ ٿيندو ٽُڪرَ ٽُڪر
ڪوئي لڳائي ڪَنهن سان تہ سمجِهي لڳائي دل.

رنگين ياد تُنهنجيءَ ۾ برسات ٿي وسي
چشمن مان سرخ سرخ گُهر ٿي وسائي دل.

چورن جي بستي چاڻ حَسينن جي شاهراه
جيڪو اچي ٿو هِتِ سو وڃي ٿو ڦرائي دل.

جي مال زَرِ نثار ڪيو ڪنهن تہ ڇا ٿيو!
توتان ڪيان مان صدقي هيءَ گهوري گهمائي دل.

آخر هي جسمَ خاڪ ٿي ويندو جلي جلي
سيني ۾ آهي عشق جو اخگر بجائي دل.

وٺ سور، سوز، ساز هي پنهنجا اي دلربا!
نالي الله جي مونکي ڏي منهنجي ورائي دل.

خالص ڪجي ٿو سون کي جٺن باھہ ۾ وجهي
تيئن صاف سوز عشق ۾ مون ڪئي جلائي دل.

بيتابَ جيئن رهي ٿو ڪو پيجري ۾ نئون اسير
سيني ۾ شور تيئن ٿي هميشہ مچائي دل.

محمود بت شِڪن بہ ويو بت پرستَ ٿي
ويهي رهيو اياز جي زلفن سان لائي دل.

پنهنجا ئي ڏک ڏين ٿا سدا عشق ۾ "ايازَ!"
منهنجي ئي آه مونکي ٿي هر هر ستائي دل.







(طرح: چوي ٿي پونئرکي بلبل: ڪيون تقسيم گلشن کي)

نہ نُسخو ڪارگر ٿيندو، ڪو سمجھائي طبيبن کي،
دوا آ ديد جي ڪافي، محبت جي مريضن کي.

ڪيو وعدو ملڻ جو حشر ۾ هُن آ مگر يارو،
قيامت ڪھڙي ۾ ٿيندي جي آندائين رقيبن کي.

صبا سان آ رقابت ان سبب، جو منھنجي سھٽي جي،
ڪڏھن ڇيڙي ٿي گيسوءَ کي، ڪڏھن ڇيڙي ٿي زُلفن کي.

شب فُرقت کان آھي موت بھتر اي عزيزو! جو،
نہ آ آرام ڪجھ حاصل، نہ آھي ننڊ نيڻن کي.

ڪيائين آرزو پُوري، چُمون قاتل جا هٿ جيڪر،
اھا خواھش هميشہ ٿي، رھي بِسمل جي زخمن کي.

نہ آھي يڪ وجوديءَ جو مزو ڪو باغ ۾ ساڳيو،
چوي ٿي پونئرکي بلبل، ڪريون تقسيم گلشن کي.

"اياز" آھيان اياري آھہ مَنھنجي خوءِ ۽ خصلت،
اھو ٿي آ سبب جو ٿو، بنايان دوست دشمن کي.





زندگي رُسوا ڪجي ڇا لئہ رڙي
ڇا ٿي دانهن مان ڪري حاصل نڙي.

ڪين بيجا ٿي ڪري ٽڪ ٽڪ گهڙي،
ختم ٿئي ٿي عُمر جي هَر هِڪ گهڙي.

قَدر ڪَنِ جيئَن وَقتَ جو انسانَ سڀُ
اُن ڪري قادر ڏني دلِ جي گهڙي.

سوزِ غَمَ کان سُرخرو ٿيان ٿو سدا،
خُونِ دل نڪري ٿو ڳوڙهن سان ڳڙي.

هِڪ پلَڪَ ۾ ڪينَ پلڪُن ٿيون ملنِ،
اَک وڃِي جنهن ڏينهن کان اُن سان اڙي.

نَقد دلِ وَٽُ بوسئہ لب جي عِوض:
ڪَرِ نہ ان سودي ۾ اي دلبر اڙي.

نڪهتِ گيسوئي دلبرِ جو حريفُ،
مُشق ساڙيلو سيہ رُو ٿيو سڙي.

جوشِ وحَشت ۾ ٿي آزادي نصيب،
پئي ٽُٽي قيدِ خرد واري ڪڙي.

هجَر ۾ هر هِڪَ گهڙي سؤ سال آهہ،
وصل ۾ سؤ سال ۾ آ هِڪَ گهڙي.

زندگي آهي مٺي ماکيءَ کان وڌ،
زندگي آ نُوهہ کان زياده ڪڙي.

دل جي ڪلرائي زمين ۾ اي "اياز!"
منهنجي اُميدن جو ٻج ۾ ويو سڙي.





ڪو تہ آهي جو ٿو هُن جا ڪن ڀري،
جو گذاري ٿو سدا مونکان پري.

تُنهنجو رُخ هيڪر ڏسي جي باغ ۾،
پل نہ بلبل پنهنجو رُخ گُل ڏي ڪري.

شمع پنهنجو پير اوندهہ ۾ رکي
خُود جلي محفل کي روشنً ٿي ڪري.

گردش دنيا ۾ رُلندو ٿو وتان!
موج دريا ۾ ٿو جيئن ڪو ڪکُ تري.

مُنهنجي حالت حسرتن اهڙي ڪئي،
جهڙي پيچارو ڪَپَهہ جي ٿو ڪري.

تُنهنجي گهر جو ڪيئن پُڇي عاشق پتو!
ڪنهن کي پنهنجي رازڪان واقف ڪري.

يا قيامت مان يقين واري ڪڍي،
فتنہ قامت ٿو سوين فتنا ڪري.

ميڪدو مس مس ڇڏيو آهي "اياز!"
پارسائيءَ جي حڪايت ڇا ڪري.







دامِ زُلفن جو سرِ بازار لڙڪائي نہ وڃ،
راھہ ويندي راھَرون کي يار ڦاسائي نہ وڃ.

عشق کي رُسوا نہ ڪر اي اَشڪ! چشمن ۾ ٿي رَھہ
حالَ دِل جو عامَ اڳيان ڀارَ تي وائي نہ وڃ.

زُلفِ پيچان جي تصوُر ۾ سدا ڪائي ٿي پيچ،
آتشِ فُرقت ۾ دل کي وارَ جان تائي نہ وڃ.

بُلبلنَ کي پيِ بنائڻ تو گھُرين مُنھنجو رقيبُ
لال ڪپڙا لالہ رخ تُون باغ ۾ پائي نہ وڃ.

تُنھنجي ڪُوچي ۾ اچي ٿو مونکي جنتَ جو مزو،
مُنھنجو لاشو پنھنجي در کان دُور دفنائي نہ وڃ.

تنھنجي آئي ٿي قفسَ ۾ ياد آزادي اچي،
اي صبا! نامِ خُدا تُون مونکي تڙپائي نہ وڃ.

پوءِ مٺان توکي ڪندا ڪيڏٺا پون تنھن لئہ "اياز!"
پاندَ پنھنجو پاڻ ڏاڍن ساڻ اٽڪائي نہ وڃ.







بُري آهي اها عادت ميان مج،
حَسينن سان نہ رکُ اُلفت ميان مج.

دغابازن کي دل ڏئي ڇا وٺيندين؟
حَسينن سان نہ رکُ اُلفت ميان مج.

ڪَندن سان پاندُ اَٽڪائي ڪندين ڇا؟
حَسينن سان نہ رکُ اُلفت ميان مج.

عَبث رُسوا سَرِ بازار ٿيندين!
حَسينن سان نہ رکُ اُلفت ميان مج.

سدائين ڪينَ توسان ساٿُ ڏيندا،
حَسينن سان نہ رکُ اُلفت ميان مج.

ڏِسڻ ۾ جيئن اڇن ٿا تيئن نہ آهن،
حَسينن سان نہ رکُ الفت ميان مج.

زبان تي هڪ تہ دل ۾ ٻي رکن ٿا،
حَسينن سان نہ رکُ اُلفت ميان مج.

نٿا ڄاڻي نيڪ ۽ بد کي سڃاڻن،
نہ تن سمجھن سان رکُ اُلفت ميان مج.

پڄي آتش مزاجن کان پري ٿيءُ،
ڏسي پرواني جي حالت ميان مڄ.

ٿئي جنهن مان نہ اطمينان حاصل
اُها بيڪارُ آ دولت ميان مڄ.

هُجي آرامُ حاصل جنهن ۾ دل کي،
پلي آهي اُها غربت ميان مڄ.

اجايو مُون تي ڇو ٿو رشڪ ڪائين!
خُدا کان آهہ سڀُ عزت ميان مڄ.

"اياز" آهي ڏُکن ۾ سُک سمايل
رَئُڻ سان ٿي ملي راحت ميان مڄ.





مُون کي آهي توکي جي پرواهه ناهه،
چو تہ تو ريءَ مونکي ٻي ڪا راهه ناهه.

جَنهن جي خاطر ويس مري سو ئي اچا،
هاءِ! مُنهنجي حال کان آگاهه ناهه.

ڪُوچ ڪرڻو آهه دنيا مان ضرور،
هيءُ مسافرخانو منزل گاهه ناهه.

پنهنجي سائل کي چيو هُن شوخ ٿي:
تُرِ هِتان هيءَ پِير جِي درگاهه ناهه.

مَنهنجي ڳوڙهن جي رواني کي ڏسي،
هن چيو: ڪو بحر آهي واهه ناهه.

دل جي دهليءَ کي وسائيندو وري،
نيٺ دلبر آهه، نادر شاهه ناهه.

ناصحا نڪري نہ سگهندو ڪنهن بہ ريت،
ڪنهن حسين جو عشق آهي ساهه ناهه.

شيخ کي ايندو ڏسي رندن چيو:
ميڪدو آهي هي بيت الله ناهه.

آسمان کي جنهن جلائي آ چڏيو،
ڇا شفق آ دل جليءَ جي آه ناهه.

جو تو ڇرڪين، اُٺ اُٿي بوسو تہ وٺ،
کنهن حسين جو عارض آهي باهہ ناهہ.

هر طرح آهي حسين اڪمل "اياز"،
حُسن ۾ ناقص مِثال ماهہ ناهہ.

داغدارن سان ڏِجي تشبيهہ ڪيئن،
مُنهنجو سهڻو صاف رُو آ ماهہ ناهہ.

دل ڏئي وينو جهين کي آ "ايازؔ!"
سو الله جو بندو آ الله ناهہ.

*



بي وفائي نہ ڪر خُدا ڪان ڊِڄُ،
ڪج ادائي نہ ڪر خُدا ڪان ڊِڄُ.

مُنهنجي منهن تي ڪليءَ رقيبن سان،
آشنائي نہ ڪر خدا ڪان ڊِڄُ.

دمُ لبن تي اچي ويو آهي،
اڄُ جُدائي نہ ڪر خدا ڪان ڊِڄُ.

شيخ صاحب! شرابُ پيءُ، ظاهر
پارسائي نہ ڪر خدا ڪان ڊِڄُ.

حُسن دلڪش تي دلربا! شيدا،
هيءَ خدائي نہ ڪر خُدا ڪان ڊِڄُ.

نازَ پنهنجي نيازَ مُنهنجي تي،
تون وڏائي نہ ڪر خدا ڪان ڊِڄُ.

مارِ ڪارا پلي تون زُلفن جا،
جڳَ اُچائي نہ ڪر خدا ڪان ڊِڄُ.

نٽَ ڪري ناهہ مان سرِ بازار،
خودنمائي نہ ڪر خدا ڪان ڊِڄُ.

خُون عاشق جي دل جو تي ويندو،
هَٿَ حِنائي نہ ڪر خدا ڪان ڊڄُ.

ڪنهنجو ٿي رَهہُ آئيني جان سڀ جي
دلربائي نہ ڪر خدا ڪان ڊڄُ.

در سندس ريءَ "اياز" ٻئي در تي،
تون گدائي نہ ڪر خدا ڪان ڊڄُ.







تو ڏِٺي ڇاٽي نٿو جو غم جو رازُ،
غم ۾ خوش آ محرم سوز و گداز.

ڪارگر آخر ٿيو سحرِ نياز،
دلشڪن ڪي جنهن ڪيو آ دلنواز.

ڀرِ پرسش منهنجي گهر تنهنجو اچڻ،
مرحبا! اي شاهدِ عاشق نواز.

شيخ صاحب ڪجهه پيئڻ جي طرزسکَ،
ٿو پِسائين جبئه و ريشِ دراز.

هِجر جي تاريڪ شب مُنهنجو بيان،
۽ زبان تي قصئہ زلفِ دراز.

چو ڪري ڪوپروسو ڪنهن تي "اياز"،
غير جي ٿي ويئي، هو جنهن دل تي ناز.

وصل جي شب هِجر جو ڪٿڪو رهي،
تنهنجو پهلو ۽ خراشِ جانگداز.







چيو هن ابر آهي، مون چيو سا چشم گريان آ.
چيو هن برق آهي، مون چيو سا آهِ سوزان آ.

چيئين سيلابِ نوح آهي، چيم اشڪن جو طوفان آ.
چيئين روزِ قيامت، مون چيو سو دورِ هجران آ.

چيو هن رات آهي، مون چيو سو زلفِ جانان آ.
چيو هن چنڊ آهي، مون چيو سو روءِ تابان آ.

وڃن ٿا روز وڏندا، جنهن جا طالب باغ دنيا ۾،
چيو هن گل تہ آهي، مون چيو رخسارِ جانان آ.

وڃائڻ عمرِ ساري، خوبروين جي مُحبت ۾،
چيو هن ڪفر آهي، مون چيو سو منهنجو ايمان آ.

رهي هر چيز ڪان پيارو، جهان ۾ جيڪو مونکي ٿو،
چيو هن ساهہ آهي، مون چيو سو ڪنهن جو پيڪان آ.

پري محفل ۾ جنهن آ، راز اُلفت جو ڪيو ظاهر،
چيو هن آہ آهي، مون چيو سا چشم گريان آ.

امانت عشق جي جڏهين ڪڻڻ مون چاهہ مان چاهي،
چيو هن آهہ مشڪل، مون چيو مون لاءِ آسان آ.



نہ پورو ٿي سگهيو جيڪو، ڪڏهن ٻي زندگيءَ تائين،
چيو هن منهنجو وعدو آ، چيو مون منهنجو ارمان آ.

رقيبِ فتنہ گر جو، جو اچي ويو ذڪر محفل ۾،
چيو هُن دوست آهي، مون چيو سو دشمنِ جان آ.

رهي قابو تو جَنهن سان، موت تائين ڪنهن جو ديوانو،
چيئين زنجير آهي، مون چيو سو زلفِ پيچان آ.

ويو بدنامُ ٿي جنهن ڪان، زماني ۾ "اياز" آهي،
چيائين سو جنون آهي، چيو مون عشقِ خُوبان آ.

اهو شاعر جَهين جو ذڪر آ، بزمِ حسينان ۾،
"اياز" آهي چَيو هُن، مون چيو تُنهنجو ثناخوان آ.





آهي شهيدِ ناز، ان جي قبر پل هُجي
قاتل جي در تي درِ قاتل جي آس پاس.

مان همنشين اُن کي پلا ڪيئن پري چوان!
جو آ نظر کان دور مگر دل جي آس پاس.

عشقِ بُتان ۾ اهڙو وڌيو تخمِ آرزو،
هر روز گل نوان ٿو ڪڍي دل جي آس پاس.

گم گُشته ڪاروان جو پتو مون جڏهن پُڇو،
هڪڙو غُبار مون ڏٺو منزل جي آس پاس.

هيءَ ڪنهن جو ناءُ مُنهنجي زبان تي اچي ويو،
هڪ دَردُ پيدا ٿي ويو آ دل جي آس پاس.

گنج شهيدان ٿي ويو مقتل جي چوطرف،
وڌندو ويو هجوم ٿي قاتل جي آس پاس.

عشوه جا تيرَ نازَ جو خَنجرُ ڪٽي صنم،
ڦِرندو رهيو ٿي شوق مان بِسمل جي آس پاس.

هيءَ ڪير آ ءِ ڪاڏي وڃي ٿو ڪفن ٻڌي؟
آهي "اياز" ٿو وڃي قاتل جي آس پاس.







قتل تي راضي جو قاتل ٿي ويو،
زندگيءَ جو لطف حاصل ٿي ويو.

هن جي چهري تان ويو هٽندو نقابُ،
هوريان هوريان ماه ڪامل ٿي ويو.

راهه ڏسندي تُنهنجي اي غفلت شَعار!
هن جهان کان ڪوئي غافل ٿي ويو.

غم سان دل کي اهڙي الفت ٿي وئي،
غم بہ گويا جزئي دل ٿي ويو.

مُنهنجي پهلوءَ مان وڃي نڪتي ٿي دل،
ڇا کو پُرافسون مُقابل ٿي ويو!.









گڏ رقيبن کي بار بار نہ ڪر
هيءَ تماشو تون هاسڪار نہ ڪر.

قتل منهنجي ڪان ڇو تو روڪين هٿ
ظلم ايڏو تہ اختيار نہ ڪر.

بند ڪر پنهنجا نغمہ اي بلبل
بيقرارن کي بيقرار نہ ڪر.

لک اچي باز عشق بازيءَ ڪان
دل آ تون دل تي اعتبار نہ ڪر.

ڇڏ نہ پنهنجي جفا جي خو دلبر
ظلم ايڏو بہ اختيار نہ ڪر.







اوهان جي هڪ نگاهِ ساحرانه،
ڪيا درهم خرد جا ڪارخانه.

اوهان جي راهه ڏسندي ڏسندي دلبر،
ويا گذري زمانن تي زمانه.

جهان ۾ تنهنجو غم مونکي هجي پل،
هجن توکي جهان جا شادمانه.

پيو جتِ پير قدم دلبر اوهان جو،
بنايا زاهدن اُتِ آستانه.

پري ڏي اڄ پيريءَ ۾ اي ساقي!
جواني جا ٿين تازا زمانه.

ڪيم جو وصل لئه هن کي گذارش،
ڏنائين هڪ گهڙيءَ ۾ سؤ بهانه.

اسانجي قتل جو دِلبر فسانو،
ٻڌائي ٿو، به طرزِ فاتحانه.

" اياز " آهي بدلجي ويو زمانو!
نه بدلي تنهنجي طرزِ عاشقانه.







ڪي لٽجي ويا قافلا رهبرن کان،
ڪي منزل تي پهچي ويا رهزنن کان.

اسان سان وفا دوستن ڪئي آ اهڙي،
نہ جهڙي جفا تي ڪڏهن دشمنن کان.

چيو ڪنهن "چو مغرور سڀئا ٿيو ٿا!"
چيائون "اهو سڀ پڇو عاشقن کان."

"اوهان چاڪ دامان ڪيو آهہ ڪنهن لئہ"
صبا هوريان پڇو تي گلن کان.

شهيدِ محبت جو آهي جنازو،
تي سمجهو سين منهنجي رنگِ ڪفن کان.

آ بلبل سدا محوِ حيرت تہ گل هي،
وڃن ڪاڏي هليا تا جلدي چمن کان.

برن کان جي ٿيندي برائي ئي ٿيندي،
هميشہ ٿئي تي چڱائي چڱن کان.

هليا ڪي برو ڪي پلو پر سين لئہ.
جي نڪتي تہ نڪتي دعا بس دهن کان.

"اياز" آهہ غيرن جي شهرت کان بهتر،
زهر پي ملي گرِ وڃي دوستن کان.







نہ ڇڏ تون خوءِ جفا، اي جفا شعار اڃا،
دل حزين کي خوشي آهہ ناگوار اڃا.

سڪون ۾ لطف نہ آهي جو اضطراب ۾ آهہ،
پلي تہ مونکي هجي تنهنجو انتظار اڃا.

ڪمال عشق ۾ اهڙو فريب مون کاڌو،
ٿئي ٿو پاڻ تي اڪثر گمان يار اڃا.

سندم هي فطرتِ معصوم عشق ۾ توبہ،
ڪيان ٿو وعده شڪن تي بہ اعتبار اڃا.

خدا ڪو رحم ڪري منهنجي تشنہ ڪامي تي،
پئي ڪانپوءِ بہ هر هر چوان ٿو: پيار اڃا.

فضا خموش، عنادل اداس، گل غائب،
بهار آهہ، چمن کي نہ سازگار اڃا.

گلن جي ڇانوَ ۾ منهنجو هو آشيانو جتي،
اُجڙ ڏسان ٿو چمن ۾ سا شاخسار اڃا.

بچي جا تارِ گريبان ڪفن جي لاءِ اٿم،
ڪري جنون ٿو انهيءَ کي بہ تار تار اڃا.



قفس ۾ منهنجي اها بيڪسي هئي جنهن لاءِ،
صبا به آهه گلستان ۾ سوگوار اڃا.

نه هم خيال فلڪ ۽ نه مهربان صياد،
ٿئي ٿو پنهنجو نه پيدا ڪو غمگسار اڃا.

ازل کان جيڪي مليو داغ عشق مونکي "اياز"!
چراغ ٻجھي جلي ٿو سر مزار اڃا.







وئين ڇڏي جنکي اُهي توکي ٿا پيارا ياد ڪن،
سا زمين، سو آسمان، سي ٿا ستارا ياد ڪن.

زندگي گذري ٿي جن دِلڪش نظارن کي ڏسي،
صُبح جا ۽ شامَ جا رنگين نظارا ياد ڪن.

موسمِ گرميءَ ۾ ڪُڏ تي چاهَ مان ڏِسبا ها جي،
سي نِڪتَ ٽيڙُو، ڪَتيون ۽ چنڊ تارا ياد ڪن.

جنهن سبب وِهندا هئاسين باهِ تي گهر ۾ ڇُپي،
جنوريءَ ۾ سي سياري جا ٿا پارا ياد ڪن.

ڏائبو جتِ هو، جتي هَٽبيون ٽُبيون هُون شوقَ مان،
لاٽ پئبو هو جتان سي ٿا ڪنارا ياد ڪن.

جي ٿا اُبَ ۾ ڇانئجن ڪارا ڪَڪرَ ڪَڙڪو ڪري،
سي وِڄون، سي ڪِنوڻ جا ڪلنڌڙ اشارا ياد ڪن.

جن حسينن سان ڪبي هُئي راهَ ويندي ڇيڙ ڇاڙ،
سي گهڙن سان کُوهَ ويندڙ ماه پارا ياد ڪن.

اج بہ يڪتاري گهڙي تي خُوب ٽيون چوڪيون لڳن،
سي پنائيءَ ۾ سچل جا راڳ وارا ياد ڪن.

عاشقن جي سِر جيان اڄ پيٖ ٿا لُٽجن سنگ پيا،
سوڻ جان ان سان پريل سي ڀنيون ٻارا ياد ڪن.

تڙ تڪڙ ۾ پير ترڪي ڦمَ پٽيءَ جتِ ڪريو هو،
نانگ جان سي وَرَ وڪڙ پُرپيچ چارا ياد ڪن.

جت ڌرم ۽ دين جو جهيڙو نڪي تڪرارُ هو،
ايڪتا وارا سي صُوفين جا اوتارا ياد ڪن.

جي ملي توکي ڪٿي پيٖ قرب مان چئجس ”اياز“!
توکي پرديسي پرين ٿا ديس وارا ياد ڪن.

*



لڳا دل تي يارو نشان ڪهڙا ڪهڙا
عيان ڪهڙا ڪهڙا، نِهان ڪهڙا ڪهڙا.

نِگاهون نگاهُن سان خاموش مليون،
ڪيا تن بيان داستان ڪهڙا ڪهڙا.

اَدا، شرمُ، شوخي، حيا، نازَ ئي،
ڪٺي چور دل ويا چوان ڪهڙا ڪهڙا.

اسانجي وفا ۽ سچائيءَ مان يارو،
ڪيا بدگمان تي گُمان ڪهڙا ڪهڙا.

سَبب سَڀُ پڇن ٿا اُداسيءَ جو مونکان،
ٻُڌايو ڪيان رازدان ڪهڙا ڪهڙا.

غمن جا، ڏکن جا ۽ مَحرُومين جا،
خزانا ڪٺا ڪيا اسان ڪهڙا ڪهڙا.

هُو آيو تہ نڪتا ہ ڳوڙها ہ آهُون،
غمن کي مليا ترجمان ڪهڙا ڪهڙا.

اٿو ياد ڪجهہ ئي اي اهلِ بهاران!
خِزان ۾ جليا آشيان ڪهڙا ڪهڙا.

حَرمَ دير و ميخانو چانئِتَ پرينءَ جي،
وسايا اسان آستان ڪمڙا ڪمڙا.

ڪٿي زهر جو جامُ، ڪٿ دار و زندان،
ٿيا عشق جا امتحان ڪمڙا ڪمڙا.

نِظامي، نہ خادم، نہ واصفُ، نيازَ،
جُدا تي ويا مهربان ڪمڙا ڪمڙا.

"ايازُ" اڄ نهايت بهاري ۾ آهي،
گُلن جا لنگهيا ڪاروان ڪمڙا ڪمڙا.

(25 فيبروري 1968ع تي جشن خيرپور ۾ پڙهيو ويو)







ڏيئا دل جي داغن جا ٻاري ڇڏياسي
حياتي جا رستا سنواري ڇڏياسي.

اسانجي وفا جا رهيا ياد جڳ کي
اُهي داستان جي وساري ڇڏياسي.

نہ اچڻو هو هنکي نہ آيو، نہ آيو
قيامت جا لمحا گذاري ڇڏياسي.

اکين جا رهيا جام ڳوڙهن سان پريل
نہ پي ئي سگهياسي، نہ هاري ڇڏياسي.

انهن ۾ نہ تنهنجي سجڻ رنگ و بو آ
گلستان جا سڀ گل نهاري ڇڏياسي.

اسانکي گهڻا ها دل و جان پيارا
نگاهن تان تنهنجي سي واري ڇڏياسي.

حسينن جي رخ تي هو زلفن جو پهرو
اُهي نانگ ڪارا ڏتاري ڇڏياسي.

نہ حاصل ٿيا جيڪي ارمان دل جا
پراڻي ڪنڌي جان سي واري ڇڏياسي.

الم، درد، ارمان اچي دل ۾ ويٺا
هئا دل جي لائق وهاري ڇڏياسي.

سين لئہ رکيو سي سدا صاف سينو
ڪدورت ۽ ڪينو ٻهاري ڇڏياسي.

رهياسي فقيري تي راضي "اياز"
مليا تاج شاهي ڏڪاري ڇڏياسي.

(12 جون 1961ع تي ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شاگردن پاران
ڪوٺايل مشاعري ۾ پڙهيو ويو)





هٿ ۾ جڏهن بہ مي جو جام ڪيم
شام کي صبح، صبح شام ڪيم.

تنهنجي غم ۾ جو لطف حاصل ٿيو
راحتون دل جي لئہ حرام ڪيم.

دل ڏنم درد غم الم و زخم
دل جو ڪيڏو مهانگو دام ڪيم.

دل وئي راحتون ويون ساريون
تون وئين ساهہ کي سلام ڪيم.

زلف ڪارا ۽ ڳل تي تر ڪارو
هندو ڏسندي ئي رام رام ڪيم.

جيڪي يارن ڏنا اکين رکيم
گل ڇا خارن جو احترام ڪيم.

ڪٿ هيس قيس ۽ ڪٿي فرهاد
سنڌ ۾ پنهنجو "اياز" نام ڪيم.





حسرتون گل مثل مرڪيون هڪ گهڙي
خاڪ ٿيون ڪافور جان جلدي سڙي.

ڪٿ نڪت تارا ڪتيون ويا سپ لڙي
راهہ هنجي ۾ رهي پر اڪ اڙي.

رات ڳوڙها ها ۽ دل ۾ غم هيو
وڏڙو هو تہ بہ سندم پونجي سڙي.

دل اهو ڪورو آهي جنهن ۾ خيال
سون جي صورت تا حاصل ڪن سڙي.

دل اڪيلي ٽڪ هزارين، سور سو
مڪڙي نازڪ هئي جا جهولن ۾ سڙي.

لڙڪ تنهنجي هجر ۾ تا رنگ ڪن
موتي سي لعل ٿين هر هر ڳڙي.

هجر ۾ هر هڪ گهڙي سؤ سال آ
وصل ۾ سؤ سال پڻ آ هڪ گهڙي.

زندگي گل ڦل مٺي ماڪيءَ ڪان وڌ
زندگي وهہ، ٿوهہ ڪان پڻ آ ڪڙي.

وٺي حياتي هر ڪنهنجي ٿي گذر
ڪنهن ڪلي گهاري ۽ ڪنهن گهاري رڙي.

ها ملي ٿو اڄ بہ هو مون سان "اياز"
جيئن سباري جو لنگهي ٿو سج لڙي.





عشق جي سوگوار ٿي ويندو
حسن پيءِ بيقرار ٿي ويندو.

توتان سر جي نثار ٿي ويندو
هلڪو ڪيڏو نہ بار ٿي ويندو.

مرڪ، ڪولي ذرو لبن جا گلاب
ھي سمو مشڪبار ٿي ويندو.

تنهنجي ڪاوڙ سان آ خزان ٿي خزان
تون جي مرڪين بهار ٿي ويندو.

تون وئين پيو پتو تہ ڪيئن سائين
جسم ڪان ساھہ ڌار ٿي ويندو.

دل ۾ پنهنجي نہ جاءِ ڏي ڪي
هڪ ڪٽي مان خرار ٿي ويندو.

هاءِ تقديرا هي بہ ڏسڻو هو
هنڪي مونکان بہ عار ٿي ويندو.

گل ڪئي آ همسري توسان
جڳ جي نظرن ۾ خار ٿي ويندو.

آس ان تي ئي زندگي گذري
توکي ڪڏهن نہ پيار ٿي ويندو.

دل تہ ڪا ئي بہ شيءِ وڏي ناهي
ساهہ توتان نثار ٿي ويندو.

هي جو اکين ۾ آهہ لڙڪ رکيل
جي ڪريو آبشار ٿي ويندو.

هي حياتيءَ جو ڪاروان بدستور
ويندي ويندي غبار ٿي ويندو.

اهڙي منزل طرف نہ هل سائين
جنهن جڳهہ ساٿ ڏار ٿي ويندو.

پنهنجو، پنهنجو ٿي رهڻو آهہ "اياز"
ڏاريو آخر بہ ڏار ٿي ويندو.

حال غم جو "اياز" چئي ويٺو
ڪنهن تي چاتو تہ ڀار ٿي ويندو.





درد جو دُود دکائيندا هليا ويندا سي
ڪنهنجا مشتاق سڏائيندا هليا ويندا سي.

ڪين دنيا تي ڪپي، آهيون محبت جا فقير
هي صدا، تيسين لڳائيندا هليا ويندا سي.

تنهنجا آهيون تاحياتي ۽ ائين رهنداسي
نينهن توساڻ نڀائيندا هليا ويندا سي.

غم جي عيوض ۾ خوشي توکي اسين ڏينداسي
سودو ان ريت بنائيندا هليا ويندا سي.

حال جي تنهنجي اڳيان ڪين چئي سگهنداسي
بوندون ڳوڙهن جون وهائيندا هليا ويندا سي.

جيڪي توکان رسيا اي حسين سي اکين تي رکي
زخم سيني جا لڪائيندا هليا ويندا سي.

قرب مان ڪوئي رهايو تہ رهي پونداسي
شوخ ٿي منهن جي مٽائيندا هليا ويندا سي.

ڪين ايندا سي ڪڏهن موٽي اوهانجي در تي
پنهنجي درتان جي ڌڪائيندا هليا ويندا سي.

دل جي دردن جي دوا جيڪي ڪندا ها هاڻي،
سور جي سي ٻه وڌائيندا هليا ويندا سي.

دوستي ڪوڙ ۽ ياري آ فقط ڏوڪو ڏوڪو
ڳالھ هيءَ جڳ کي ٻڌائيندا هليا ويندا سي.

پنهنجي قسمت ۾ جي گل ڪين ڪي آهن ته ”اياز“
خار چشمن سان لڳائيندا هليا ويندا سي.







وقت گذري ٿو ڪنهنجي خيالن ۾
ڪوئي مدهوش جيئن شرابن ۾.

منهنجي پرنم اکين ۾ عڪس انجو
چنڊ چمڪي جيئن تلائن ۾.

ڪول رخ کي ته جلوو عام ٿئي
ڇا رکيو آ انهن نقابن ۾.

سار کي اڪ کي ڪنهنکي سمجهايان
تون اچين ٿي خوشي بهارن ۾.

دل جي حسرت جو ڇا بيان يارو
ڪوئي پٽڪي جيئن سرابن ۾.

ڇو نه تن سان جهان پيار ڪري
تنهنجي سرهاڻ آ گلابن ۾.

جيت ڪنهنجي ٿي هار ڪنهنجي ٿي
ڪير پئي ٿو انهن حسابن ۾.

ڪنهن جي دل مان هي آه نڪتي جو
ٿرٿلو آهه آسمانن ۾.

غم جي مي ڪانسواءِ ڪجهه ڪينهي
زندگيءَ جي شراب خانن ۾.

کهڙي بين ۾ رکي اميد "اياز"
جڏهن ياري رهي نه آهه يارن ۾.







زخمِ دل لالہ زار ڇو آهي
تنهنجو غم پر بهار ڇو آهي.

جو بہ غم آ عذاب آ اي دوست
تنهنجو غم خوشگوار ڇو آهي.

عشق وارا هي راز سمجهايو
حسن ناپائدار ڇو آهي.

ڇا ڇوان مان ہڏاء تون ئي ڪٿي
توسان ايڏو پيار ڇو آهي.

ڇا جفا جو طريقو بدليو آ
مهربان هاڻ يار ڇو آهي.

تنهنجي ڇهري ڪي گل سڏيو هو مون
منهنجي اکيان بهار ڇو آهي.

گل من جا ٽڙي پيا تو بن
تون نہ آهين بهار ڇو آهي.

جا گهڙي گذري توسان گڏ سائين
سا گهڙي يادگار ڇو آهي.

ڪير پر ساڻ ويو لنگهي منهنجي
دل گهڻو بيقرار چو آهي.

ات نہ آهي رهيو اڃا آدم
چنڊ اڳ داغدار چو آهي.

توکي مون سان ئي بس عداوت آهي
مونکي توسان ئي پيار چو آهي.

شعر تنهنجا تہ چوندو آهہ "اياز "
عاشقن ۾ شمار چو آهي.

*





تنهنجي نظرن مان آشڪار آهيون
جو لڪائين ٿو سو پيار آهيون.

ڏي پلي ڏي سزا محبت جي
سائين، تنهنجا جوابدار آهيون.

وات هر هنڌ وتن ٿا توڪيندا
دشمنن جي دلين جا خار آهيون.

تون ڪرين يا نہ پنهنجو ڪرين
تنهنجا آهيون اسان اي يار آهيون.

سر ڪي صدقو ڪيوسي تنهنجي مٿان
پوءِ بہ ڪيڏو نہ شرمسار آهيون.

ڇو نہ دنيا اسان کي پيار ڪري
تنهنجي قدرت جا شاهڪار آهيون.

ساري جڳ کي ڏيون ٿا سرهائي
وقت جا باغ ۽ بهار آهيون.

هي بهاري ۽ بوند ۽ بادل
سڀ ٿا ڄاڻن تہ سينگار آهيون.

چور نظرن سان پر ڏسين ته اٿو
يار تنهنجا شڪرگذار آهيون.

گل جي دامن تي ماڪ جيئن آهي
چا ائين تنهنجي دل تي يار آهيون.

ٿا رهون ماٺ مثل دريا جي
جي ڪچون ٿا ته مشعلِ يار آهيون.

مست مخمور ۽ ڪڏهن مدهوش
چشم خوابيده جو خمار آهيون.

جيڪو منزل جو تو ٻڌائي پتو
ڪاروان جو اهو غبار آهيون.

ويا هليا نقط دان، نقط شناس
باقي رهجي ويا ٻه چار آهيون.

زندگيءَ ۾ قرار لاءِ "اياز"
ڏس ته ڪيڏو نه بيقرار آهيون.





سوال سر جي صدا جو آ بار بار اجا
وڃي ٿي سنڌ ۾ چارڻ جي ساڳي تار اجا.

ڪڏان نہ ٻڙڪ جو آهي خلافِ نظمِ چمن
زبان منهنجي تي ڪائي ٿو ڏاڍي خار اجا.

نشان صبح جو ڪونهي، ٿي روشني گهرجي
ڏيئا جلايو جو ڇانيل آ انڌڪار اجا.

اڃان بہ ڪيترا منصور ملڪ ۾ آهن
جنين جي سر سان روان آهہ رقص دار اجا.

قفس ۾ منهنجي اها بيڪسي هئي جنهن لئہ
فضا بہ آهہ گلستان ۾ سوڳوار اجا.

لڪايو خون ٿا منهنجو نہ پر لڪي سگهندو
اوهان جو هٿ ۽ دامن آ داغدار اجا.

عمر جي ڏاڍ گهٽيون مارئيون ڪيون مانديون
ٿهر جي ڪوٽ ۾ قابو سي بار بار اجا.

هيءَ جان هڪڙي فقط آهہ جي هزار هجن
نثار سنڌ تان ڪريان هزار بار اجا.

وڏي ويو آ گهڻو پيار ان سان پيريءَ ۾
ٻڏم جا ٻولي ننڍي هوندي هوس ٻار اڃا.

بهار ايندو وري پاڻ سان کڻي خوشيون
سڄي چمن کي جنهن جو آ انتظار اڃا.

سموري باغ تي پنهنجو ٿو ڄاڻي حق گلچين
گهران ٿو گل ته مون کي ملن ٿا خار اڃا.

(سنڌ ساهت سال جي سلسلي ۾ شاه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ طرفان 26-27-28 نومبر 1981ع جي مشاعري لاءِ لکيو ۽ پڙهيو ويو).



# تخميس بر غزل "امير خسرو"

گُل حُسن تنهنجي کان ڪري ٿو رشڪ ۾ دامن دري،
رخسار تُنهنجي کان خجل هي ماه و مهر و مشتري،
مُشتاق تُنهنجا تا زَهن جِن و بَشر حُور و پري،
اي چهرهءِ زيبائي تُو رشڪِ بتانِ آذري،
هرچند و صفت مي ڪُنم در حسن زان زيباتري.

چشمِ فسون گر ڪانِ تنهنجي باطل آ سحر سامري،
ٿيا زلف تنهنجا مُشڪبو ۽ چال آ جادو پري،
تو آ سڪي اهڙي ڪٿان دلبر ادائي دلبري،
تو از پري چانڪ تري ور برگِ گل نازڪ تري.

هر چال آ مستي پري، آ هر ادا ناز آفرين،
شيرين زبان، شڪر دهن، گُل پيرهن، زهره جبين،
رشڪ آسمان ڪي آهِ جنهن ڪان، آهِ سو فخرِ زمين
صورتگر نقاش چين رو صورتِ يار مه جبين
يا حورتي ڪش اين چنين يا ترڪ ڪن صور تگري.

آ هوش موسيٰ جو ويو تنهنجي ڏسي هڪڙي جهلڪ،
تُنهنجي ڏسڻ جي واسطي گردش ۾ آ هر دم فلڪ،
توکي سيئي سجدو ٿا ڪن، حور و پري جن و ملڪ،
تا نقش مي بندد ملڪ، هرگز نہ داده اين نمڪ،
حورد نہ دانم يا ملڪ، فرزندِ آدم يا پري.



دل ۾ جڏهن کان تو بنايو، آهہ دلبر پنهنجو گهر،
چشمن ۾ تنهنجي ٿي رهي، صورت سڄڻ شام و سحر،
آ ياد تنهنجي هر گهڙي، آ هر گهڙي پيش نظر،
هر گز نہ يا يد در نظر روي زرديت خوب تر،
شمسي نہ دانم يا قمر يا زهره و يا مشتري.

آ محوِ تُنهنجي يادِ ۾، هر ساڪنِ دير و حرم،
مشتاق تُنهنجي ديد جو، آهي عرب توڙي عجم ،
تنهنجو نٿو ثاني ملي ڪٿ پي سڄڻ تنهنجو قسم،
آفاق ها گرديده ام مهرِ بُتان و زر ديده امِ
بسيار خوبان ديده ام ليڪن تو چيزي ديگري.

هر لحظہ تنهنجي ياد ۾، وڌندي وئي وارفتگي،
مان پاڻ ٿيس تو ۾فنا، ٿي دُور وئي دلبر دوئي،
بيخود ٿي فوراً مون چيو، طاري ٿي جڏهين بيخودي:
من تُو شدم تو من شُدي، من تن شُدم تو جان شُدي،
تاڪس نہ گويد بعد زين، من ديگرم تو ديگري.

دلبر جي ڪُوچي مان اگر، تنهنجو گُذر ٿئي اي صبا،
چيڙي سندس زلفن کي تون چئجانءِ هي نامِ خُدا،
توکي خبر پي آهہ ڪا اي مه جبين، اي مه لقا
خسرو غريب است و گدا، افتاده در شهرِ شما،
باشد ڪہ از بهرِخدا، سوئي غريبان بنگري.





# جام خيام

(1) اهو اَبر ڪهڙو، جنهن ۾ مينهن ڪونهي،
اها دل نہ دل آ جنهن ۾ نينهن ڪونهي،
نہ سُهڻن سان جنهن ڏينهن پئين تون شراب!
حقيقت ۾ سو ڏينهن ئي، ڏينهن ڪونهي.

(2) تُون پي ميءِ جو آ ڪامراني اها،
ڏئي ڪين ٿي جاوداني اها،
هي سهڻا، هي بُلبل، هي گل ۽ بهار،
تون خوش رهہ جو آ زندگاني اها.



# قطع

(1) ڏِيڻُ دل ڪَنهين کي آ ڪارِ ثواب،
وٺڻ دل ڪنهن جي آهي بندگي.
گُناهن ۾ اُنجو ٿئي ٿو شمار،
جا گُذري مُحبت سوا زندگي.

(2) رات هاري ٿي ماڪ جا ڳوڙها،
صُبح دم اُن سان گُل ٿا ٽِڙن.
هي زماني جو ٿيو عجبُ دستور،
هڪڙو روئي ٿو ٻيءِ ٻيا ٿا کِلن.

(3) مزن وارن کي مالُ گُهرجي ٿو،
عالمن کي ڪمالُ گُهرجي ٿو،
بُلبلن کي سدا آ گُلِ جو خيالُ،
مُونکي تنهنجو وصالُ گُهرجي ٿو.



# قطع

مُنهنجي مِٺڙي مِٺڙي ٻولي
ماءُ ڏِني آ جَنهن ۾ لولي،
هرڪا ٻولي جنهن جي گولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.





# مومل راڻو منظوم ناٽڪ

*سين پهريون: راڻو اٺ تي وڃي ٿو ۽ ريٻارن جون ڳالهيون ٻڌي ٿو*

(1) ٽڪڙو ٽڪڙو ڪڻ تون پنهنجو هر قدم،
ڪين ويرم ڪر کڻ ۾ هڪڙو دم.
(2) وڪ وڌائيندو هليو هل ڪر نه دير،
پهچڻو آهي پري ڏيکار پير.
(3) هاءِ ڏس سورج به غائب ٿي ويو،
پنهنجي سڻٽي جي وڃي پاڪر پيو.
(4) رات ڪاري ٿي اِجها نچندي اچي،
ٿي سياهيءَ جي اِجها پيگهي مچي.
(5) اڄ خبر ناهي ڇو دل آهي اداس،
ٿي خوشي ٿيندي وڃي آهسته ناس.
(6) جلد هل جيئن پنهنجي دلبر سان ملي،
غم غلط دل جو ڪجي خوش ٿي ڪلي.

*(ريٻار رپاٽ ۾ ڳالهيون ڪن ٿا) هڪ ريٻار:*

(7) عشق جو شل ٿي وڃي خانو خراب،
جنهن رُلايا ڪيترائي شيخ و شاب.
(8) عشق ڇاهي، آهي هڪ ڪاري بلا،
جنهن جا ڪاڏل ٿي وڃن ٿا لادوا.
(9) درحقيقت عشق قاتل زهر آهه،
عقل سان جنهن جو هميشه قهر آهه.
(10) عشق اهڙي ٿو لڳائي دل ۾ باهه،
عقل جنهن ڪان ٿو ٿئي سارو تباهه.
(11) عشق اهڙو ڪيف ور آهي شراب،
عقل کي ڪن ۾ ڪري جو ٿو خراب.



(12) عشق هڪ درياهه آهي موجزن،
عقل کي ٻوڙي ڪري ٿو بي ڪفن.
(13) آ گريزان عشق کان سارو جهان،
خود فرشتا پيو چون ٿا: الامان!
(14) هاءِ ويچارو مگر آدم غريب،
عشق کي سمجهڻ لڳو پنهنجو نصيب.
(15) هرڪجي ويو جهٽ حوا جي دام تي،
۽ چڙتو پنهنجي هنيائين نام تي.

ٻيون ريڊيا ز:

(16) ڪين وٺ منهنجي اڳيان عورت جو ناءُ
اُن جي نالي کان ٿئي پيدا ٿو تاءُ.
(17) ناءُ عورت جو صحيح آهي فريب،
مرد کي پاڳل بڻائي ڏيئي ٿي ريب.
(18) آهي الفت ان جي بس رِڃ جي مثال،
ڪونه اُن مان پاڻي پي ٿئي ٿو نهال.
(19) آهي الفت ان جي پاڻيءَ جو حُباب،
ٿي حياتي ختم ٿئي جنهن جي شتاب.
(20) حيف آهي مرد جي ان حال تي،
جو وڃي ڀلجي ٿو ڪوڙي لعل تي!

ٽيون ريڊيا ز:

(21) اڳ به مردن کي هئو ڏوڪو نصيب،
۽ هينئر پيو ڏوڪو ڪائي ٿو غريب.
(22) رحم راڻي جي اچي ٿو حال تي،
جو ڀليو مومل جي آهي خال تي.
(23) هيءُ ٿو پنڌن ۾ رهي پورو سدا،
دام مومل آ وڌو هئي تي جدا.



راڻو:

(24) هاءِ، هي ڪهڙي حڪايت ٿو ٻڌان!
ڪوڙ آهي يا حقيقت ٿو ٻڌان!

(25) هيءَ ڪنن مان ڪهڙي پهتي آهه باهه،
جنهن چڏيو ساڙي سمورو آهه ساهه.
(26) هاءِ ! هيءَ ڪهڙو نه قاتل زهر آهه،
جنهن ڪيو منهنجي خوشيءَ سان قهر آهه.
(27) جو ٻڌم هاڻي اهو سڀ ڪوڙ آهه،
ڳالهه انهيءَ ۾ سمايل ڏوڙ آهه.
(28) منهنجي مومل آ نه اهڙي بيوفا،
پنهنجي سوڍي سان ڪندي جيڪا جفا.
(29) آهه ليڪن دل تي ڪهڙو اعتبار،
جا مري ٿي ۽ جيئي ٿي بار بار.
(30) آ خبر ڪهڙي ته هنجي دل مٿان،
نقش الفت جو اجا آهي عيان.
(31) جا سندس الفت جو ڪوڙو آ قسم،
جيڪو هوءَ مُونسان ڪٽي ٿي دم بدم؟
(32) جا بَدَل اُنجو هي پيمانِ وفا،
پُرزا پُرزا آ ڪيو سنگِ جفا؟

سين ٽيون: مومل جي ماڙي *(مومل، سومل ۽ ناتر)*
*ناتر:*

(34) گهوري تنهنجي وارَ تان ٻانهي وڃي،
هر قدم تي سر ڪري صدقي اچي.
(35) شل نه ڏک جو ڏينهن ڪو توتي اچي،
ڪين ڪوسو واءُ ڪو توکي لڳي.
(36) شل رهي تنهنجي چمن مان دُور غم،
شل خوشيءَ مان تون ٽڙين پئي دم بدم.
(37) جا سببُ آهي جو گهٽندڙ چنڊ جان،
منهن لٿل ٿي گهر ڏياٽيءَ جو پسان.
(38) جو اي مُنهنجي سَڻڀي سائڻ مهربان،
توکي وياڪل ٿي ڏسي هيءَ ناتوان.

مومل:

(39) مُنهنجي مٺڙي نيڪ ناتر ڇا چوان!
پنهنجي من جو مان ڪيان ڪھڙو بيان.
(40) صُبح کان ٿي منهنجي ڏائي اک ڦري،
بس خدا اڄ خير جيجل، پيو ڪري.
(41) ڇو الائي دل ٿي اڄ وِهندي وڃي،
ڪين ٿي جيڪا ڇوڙ منهنجو مڃي.
(42) دل تي ڇو ويٺو اهو آ پروسو،
اڄ ڪو ٿيندو مان ٿِي پانيان ڪم ڪسو.
(43) ٿي پريشاني وڃي وڌندي سندم،
۽ ٿي حيراني وڃي وڌندي سندم.
(44) ڇو ٿو منهنجو هيءُ وڃي وڌندو خيالُ،
۽ وڃي ٿو منهنجي لئہ ٿيندو وبالُ.
(45) مون ڏٺو اڄ رات اهڙو خواب آ،
جنهن ڪيو بي حالُ ۽ بي تابُ آ.
(46) سوچ جنهنجيءَ کان دماغ آهي خرابُ،
آهہ جاري جنهن ڪيو دل تي عذابُ.
خواب ۾ طوطو ۽ مينا مون ڏٺا
ها گھٽا جن ڪي محبت جا نشا.
(47) روح هڪ هو، توڙي تن جي جان ڌار،
ساهُ هڪ ہئي تان ڪيائون ٿي نثار،
(48) اوچتو ئي اوچتو هڪڙي شرير،
سنگ دل، بي رحم، ظالم، بي ضمير،
(49) زور سان پٿر جو ڪيو تن تي نشان،
هاءِ پيٽم، ڇا ٿيو پوءِ ڇا چوان!
(50) طوطي مينا کي ڇڏي پرواز ڪيو،
بيوفائيءَ جو ائين آغاز ڪيو.

سومل:

(51) پيڻ! گھيلي ٿي ڏسڻ ۾ تون اچين،
منُ وياڪُل خواب تي ڇو ٿي ڪرين.

(52) خوابَ ۾ ڪڏهن ڪو نڪتو آ سچو،
سچ نہ ثابت ٿيندو ڪڏهين ۾ ڪچو.
(53) وهم ان ڪي پيٽ تون وجهہ ڪڍ ڪٽي،
مهر پنهنجيءَ سان امانُ ڏيندو ڏٽي.
(54) منڙي ناتر ڪو ٻڌائج اهڙو راڳ،
غَمَ الَمَ ڪي جو ڪري جلدي تياڳ.
(ناتر راڳ ڳائي ٿي)
مومل:
(55) چو اَچا آيو نہ آهي ڍَٽَ ڪٽي،
ميندرو، راڻو، محبت جو ڏٽي.
(56) روزَ ايندو آهہ ساجهر اجُ مگر،
دير ڪئي ان آ، نہ آهي ڪُجهہ خبر!
(57) ويل ان جي آ اچڻ جي وئي ٽري،
چوطرف ڏيئا ويا آهنِ ٻري.
(58) هونئن تہ ايندو آهہِ هُو ساجهرُ سويرَ،
اج الائي چو ڪري ويٺو اَويرَ.
(59) يا رُڪي آهي پيو ڪنهن ڪار سان،
يا نہ آيو آهہ ڪنهن لاچار سان.
(60) چا نہ ايندو منهنجو منڙو مهربان،
جنهن جو نالو مُونکي آ وردِ زبان.
(61) ڪنهن بہ حالت ۾ هو اچڻو آ ضرورَ،
ترسندو ڪنهن ۾ جڳهہ ڪڏهين نہ مور.
(62) چندُ آيو آ چڙهي ڪيڏو مٿي،
تيڙو ۾ نڪري ويا آهن پري.
سومل:
(63) مان تہ سمجهان ٿي نہ ايندو راڻو اجُ.
لاڏلي شايد ڪيو آ ماڻو اجُ.
(64) جي هُئس اچڻو اچي ها هُو سوير،
ڪين ان ۾ ڪجهہ ڪري ها هيرَ ڦير.



(65) ڏس ڏيئا پيو سڀ ويا آهن تي گل،
سانت آهي چوطرف ناهي ڪو غل.
(66) آ جواني رات جي پيو وئي لڙي،
پر نہ سوڍو آ اچا آيو لڙي.
(67) ڏِسُ تہ تارا پيو ويا آهن ڇڄي،
چنڊ تن سان آ وڃي پهتو ڏُکي.
(68) چنڊ ڪٽي جيجل، اچايو انتظار،
جو اچايو تُون رهين ٿي بيقرار.
(69) تون ۽ مان هَلُ هاڻي آرامي ٿيون،
جام محفل ننڊ جيءَ مان ڪو پيون.

مومل:

(70) ننڊ ايندي ڪين سوڍي ڪانسوا،
جاڳنديس جيتر هو ايندو دلربا.
(71) ڪيئن پلا مونکي اچي ان ريءَ قرار،
وارُ وارُ آ جنهن جي قدمن تان نثار.
(72) جام اک جو ننڊ سان ٿئي پُر ڪِٿي،
پلڪون پَلڪُن سان وجهن پاڪُر ڪِٿي!

سومل:

(73) پيڻ، سوچي ٿي وٺان تدبير ڪا،
جيئن اچي آرام توکي مه لقا.
مان ڪٽي سوڍي جو پهريان ٿي لباس،
جيئن وڃي پوري ٿي تنهنجي مَن جي آس.

مومل:

(74) هيءَ اچايو آهِ دل لئہ پروسو،
نچ کي پاٽي ڪوئي سياڻو سمجهي نٿو.
(75) هارُ جيئن شيشي جي چمڪي کي ڏسي،
لعلُ سمجهي ٿو ڪري بيحد خوشي.
(76) اولڙو آئيني جو جيئن ڪو پسي،
نور ان کي پُل وڃان وينو چوي.

(77) جي ادي، مونکي ڪرين مجبور ٿي،
بيقراريءَ کي ڪرين جي دور ٿي.
(78) وڃ وڳو سوڙي سندو پهري تون آءَ،
پر ڏئين جيئن سوڌ سوڙي جان ڏڪاءَ.
( مومل ۽ سومل ڀاڪرپائي سمهن ٿيون
راڻو اچي ٿو ۽ سومل کي مرد ٿو سمجهي)
راڻو:

(79) هاءِ! هاڻي هيءَ اکين سان ڇا ڏٺم!
سچ پيو ٿئي، راهه تي جيڪي ٻڌم.
(80) آهه عورت، تنهنجو نالو بس دغا،
تون زماني ۾ نه آهين باوفا.
(81) هاءِ! جنهن تي مون ڪيو ٿي اعتبار،
گل جي پردي ۾ لڪل نڪتو سو خار.
(82) هاءِ! جنهن تي ڀروسو ٿي مون ڪيو،
آستين جو مار سوئي ٿي پيو.
(83) هاءِ، جنهن کي درد جي سمجهيم دوا،
زهر ٻڻجي تنهن ڏني مونکي دغا.
(84) جنهن کي سمجهو مون ٿي پنهنجو يارِ غار،
آهه دشمن ٿي ڪيو تنهن مونتي وار.
(85) مرد جي ناموس تي آهين ٽڪو،
جنهن کي لاهي ٿو سگهي ڀيو ڪونه ڪو.
(86) توکان بهتر آهه رهجي ايڏو دور،
جيئن ڪمان جي ڪانو ٿئي ويجهو نه مور.
(87) جيئن ڪري آتش ڪپهه کي خاڪ ٿي،
مرد جي عزت ڪرين تيئن چاڪ ٿي.
(88) تون اجاڙين ٿي سوين گهر روز و شب،
هر تباهيءَ جو تون ٻڻجين ٿي سبب.
(89) پير پنهنجي تي ڪهاڙو ڪيئن هنيم،
جو محبت جو قسم توسان ڪنيم.

(90) جيستائين آهه منهنجي دم ۾ دم،
کين پائيندس وري هيڏي قدم.
*(راڻو لڪڻ رکي واپس هليو وڃي ٿو. مومل جاڳي ٿي)*
*مومل:*
(91) ڇا اڃا آيو نه آ سوڍو همير؟
سونهن جو سردار ۽ سهڻن جو مير!
(92) ڇو ڀلا ايڏي ڪئي هن دير آ؟
يا الاهي! راڻي ڏي تا خير آ.
(93) صُبحُ صادق پڻ ٿيو آهي قريب،
پر اڃا آيو نه آ منهنجو حبيب.
(94) ٿو لڪڻ هي مونکي راڻي جو لڳي،
جيڪو انجا هٿ ڏهاڙي ٿو ڇمي!
(95) هيءُ لڪڻ شايد اهو آ ڪارساز،
ڪاڪ جا ڪوليا هئائين جنهن سان راز.
(96) هيءُ ته راڻي سان سدا دمساز آهه،
هن جي هٿ پهچڻ جو ڪهڙو راز آهه!
(97) ڇا هتي آيو هئو سهڻن جو تاج؟
جنهن جو سهڻا ٿا ڀرن هر دم خراج.
(98) آهه هيءُ راڻي جي پيرن جو نشان،
جو لڳل آهي زمين تي مهربان.
(99) هيءُ ته شايد آهه پيرو ڪالهه جو،
ساهه سان جنهن کي زمين قابو ڪيو.
(100) پير ڏاگهي جا ٿا ڏسجن هت عيان،
ڪنهن بهادر جي لڳايل تير جان.
(101) هاءِ راڻو آهه اڄ موٽي ويو
دال ۾ ڪُجهه آهه اڄ ڪارو پيو.
منهنجي ناتر، سڏ سين ٻانهين کي ڪرا!
من ڏين راڻي جي آمد جي خبر.
*(ٻانهيون ٻوڙنديون اچن ٿيون)*
ساهه جهڙيون منهنجون پياريون پينرو،
آهه راڻي جو اوهان کي ڪو پرو!؟

چا ڏنو راڻو هتي اڄ رات جو؟
چنڊ لٿي تارن ڇپي پرڀات جو!؟
الهه لڳ جلدي ڪيو پنهنجو بيان،
منهنجي آهن ڏي ڏيو پنهنجو ڌيان.

هڪڙي پانهي:

توتان قربان ٿي وڃي سارو جهان،
ساهه سر ڪي تو مٿان صدقو ڪيان.
هار ڪائي رات تارن جو سپاهه،
تڪڙي تڪڙي ٿي وٺي ويو پنهنجي راهه.
چنڊ تارن جو چلڪڻو تاجدار،
خوف کان ڪاڏي ويو هو ٿي فرار.
ان گهڙي نيڪ دل شب جي پڃي،
هار تي جڙ هوءَ ٻه ويني پئي رني.
پرهه پاسي ڏي وهائوءَ تي ڏنو،
جيئن صدف ۾ ڪو هجي گوهر پيو.
ان گهڙيءَ مون هڪ ٻڌو آواز هو،
جڙ پنن ڇيڙيو سريلو ساز هو.
پير ڏاگهي جي ڪيو ٿي چاپ چاپ،
جنهن سان پئدا ٿي سريلو ٿيو الاپ.
مون ڏنو راڻو ويو ٿي تيز تر،
جيئن هوا ۾ تو هڻي شهباز پر.
لال اکيون هن جون ڪاوڙ ۾ هيون،
باهه ۾ سيخون جيئن چمڪن پيون.
انجو غصي ۾ اپو هو وار وار،
جيئن گلن تي بيٺو هوندو آهه خار.
دور کان رخ راڻي جو ايئن ٿي ڏنو،
سج هڻي جيئن ناماڻي ٿئي لعل ٿو.
جو ڏٺم سو مون بيان آهي ڪيو،
راز سارو مون عيان آهي ڪيو.

مومل:

هاءِ پينرا! قهر مونسان ٿي ويو،
منهنجي دنيا ۾ اچي ويو زلزلو.
اڄ لُٽي منهنجو ويو آ ايئن نصيب،
پنهنجي موڙي جيئن وڃائي ٿو غريب.
چشم يعقوبي جي ٿئي جيئن ديد گم،
جيئن زليخان جي ٿئي اُميد گم.
هاءِ! راڻو اڄ ويو مون کان رُسي،
پاڻ سان ويو سڀ کڻي مُنهنجي خوشي.
آهِ کنهن ڏائڻ ڪيو هي مون سان ڌوهه،
يا ڏٺائين مون ۾ اهڙو عيب ڏوهه.
ڇا هي سومل جي سُمهڻ جو آ ثواب،
جنهنجي خاطر ٿو ملي ايڏو عذاب.
جي پيو انکي هيو ڪو شڪ ڪٿي،
ماري مونکي هو ڇڏي ها ڌڪ هٽي.
ڪاڪِ ڪاري ٿي وئي اڄ بيگناهه،
ڏوڪو ڪاڏو آهِ سوڍي جي نگاهه!





نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 3919786 – 0344
3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# ستارا

چڙ تہ بتين سانِ وجي ٿي ڪا برات،
جنهن ۾ شامل حُورون آهن ياتِ ياتِ،
جنِ کي شاديءَ جي فقط آ وائي واتِ،

چمڪندڙ ڪپڙا ڍَڪي چمڪن پيون،
ڪل خوشيءَ سا هر گهڙيءِ ٽهڪن پيون.

آسمان ناهي چڙ آهي ڪارزار،
جنهن ۾ بِسمل لاش آهن بي شمار،
خُون ۾ رنگين ٿا ڏسجن لالہ وار،

چڙ تہ ڪي مانجهي ٿيا آهن شهيد،
جن جا بُتَ آهن مُبارڪ ۽ سعيد.

چنڊُ آهي آسمان جو چڙ چراغُ
جنهن جو پروانن لڏو آهي سراغُ
جي ڏسي اُن کي ٿين ٿا باغ باغُ،

انَ مٿان قُربان ڪن ٿا زندگي،
پنهنجي پانئن ٿا انهيءَ ۾ بندگي.

چڙ تہ ٻيڙيون پرجي آيون نُور سان
رات جي دريا ۾ جي آهن روان.
آسمان وارو ڦري سارو جهان.

چنڊُ جو آخر اُنهن بندرُ ڏٺو،
خير سان پنهنجو اُتي لنگرُ ڪيو.

ذرو ذرو چنڊ تي آهي ڪهڪشان،
جنهن جا هي سڀ ذرا آهن ضوفشان،
زيب ور جنهن سان رهي ٿو آسمان،

دائما جيڪي رهن ٿا ديده ور،
آهي جن ۾ چنڊ تہ جادوءَ جو اثر.

چنڊ سفر تي آهہ نڪتو ڪاروان،
چنڊ آهي ڪاروان جو پاسبان،
آ حدي خوان هر ستارو شوق سان،

ٿا وجن هر راتِ هي محفل ڪندا،
طئہ نشاط و عيش جي محفل ڪندا.

حور فطرت ڪان ڇڳو هيرن جو هار،
بي بها داڻن ۾ آيو انتشار،
بي عدد آهن هزارن جا هزار،

جن ڪي حسرت ساڻ هر هر تي ڏسي،
ڪين تي ڪنهن ريتِ پي ميڙي سگهي.

راتِ جي قلعي تي چنڊ ڪي چوبدار،
جابجا پهري تي آهن جان نثار،
هر گهڙي هر لحظہ آهن هوشيار،

جن اڳيان هر وقت مشعل ٿا ٻرن،
جيڪي گذري ٿو سو جهٽ پٽ ٿا ڏسن.

لعل موتي پنهنجي چادر تي چٽي،
ناز سان ٿِي راتِ جي راڻي اچي،
راز قدرت جا هزارين ٿِي رکي،



چشمِ بينا سان جي ڪو اُن کي ڏسي،
ڪنڌ ورائي ڪين ٻئي پاسي ڪري.

چڙهُ ته ٿيون سُهڻيون پَريون اڪبُوتَ ڪن،
تيز ٿيون هِڪَ ٻئي پُٺيان ڊوڙن ڊڪن،
ناز سان اندازَ سان ڳائن نچن.

جن ڏٺي تِي رُوحَ کي راحتَ اچي،
دل دماغ و ساهہ کي فرحت اچي.

چڙهُ ته ٽانڊاٽا ٽا نڪرن رات جو،
رنگ روشن ڪن ٿا جي ظُلمات جو،
پردي اندر ٿا وجنِ پريات جو.

رات جو دنيا کي ٿا روشن ڪرن،
راهہ گمڪرده کي ٿا رستو ڏسن.

چڙهُ ته هاريو آ خُدا ڪوثر جو جامُ،
سڀَ تي واجبُ آهہ جنهن جو احترامُ،
قطرو قطرو ٿي ڪِريو آهي تمامُ.

فَخر قَطرن تي ڪري ٿو آسمانُ،
جن کي پيارو سمجهي ٿو سارو جهانُ.

جو ٻُڏڻ ۾ ٿو اچي لوح و قلمُ،
جنهن کي جاڻي ٿو خُدائي ذالڪرم،
جنهن ۾ هر ڪنهن جو مقدر ٿيو رقمُ.

پانئجن ٿا تنهن جا نُقطا نُور سان،
جيڪي ڏِسجن ٿا دَرخشان دُور کان.



جڏهن نہ باغِ خلد مان ڪنهن گل پٽي،
آسمان تي ڪنهن چڙيا آهن چٽي،
دِلفريبي ڪين تي جن جي هٽي،

آسمان تيو غيرتِ گلزار آهہ،
هر گلِ بي خار پُر اسرار آهہ.

جڏهن فرشتا تِي قطار اندرِ قطار،
نوعِ انسان جو ڏِسن ٿا حالِ زار،
پاڻ ۾ شايد ٿا هردم ڪنِ پچار:

ڪيئن بشر هو افضل و اعليٰ بڻيو،
چو زمين تي ايترو ادنيٰ بڻيو!

اَشرفين جي جڏهن وَسِي برسات آهہ،
شرم اندر سون زَرِ جِي ذات آهہ،
نُور سان معمُور تي وئي رات آهہ،

بارڪَ الله قدرتِ ربِ قدير،
زلفِ شبِ ۾ تي وئي دنيا اسير!

چڏ گهٽي تشويش کي هاڻي "اياز"،
ياد ڪر ساڳي شبِ راز و نياز،
عرش تي ويو هو جڏهن ميرِ حجاز،

اُن جي قدمنِ جا اُهي آهن نشان،
آسمان تي اڄ بہ ڏسجن ٿا عيان.

*



# نيڻن ۾ ڪنهن جي تصوير

سنڌوءَ جي سيني مٿان باصد حجاب،
جيئن پوي ٿو عڪسِ روءِ ماهتاب.

شام جي تاريڪين ۾ جيئن ڏيو،
ڪنهن مَندر ۾ تمنائي ٿو پيو.

جيئن وڃي رقصان پيو برسطحِ آب،
لُڏندو لَمندو موج ۾ نازڪ گُلاب.

گُلَ جي پيالي ۾ جئين پوئين پهر،
پيئي شبنم تي چڙهي پئي سيم زر.

نرگسي پيالن ۾ جيئن کُهنو شراب،
زورَ سان چمڪي پيو باآب و تاب.

رحلَ تي رکيل هُجي قرآنُ جيئن،
جنهن تان صدقي ساههُ ٿئي قربانُ جيئن.

آههِ دِلِ ۾ تُنهنجي ايئن تصوير دوست!
جنهن ڪان روشن منهنجي آ تقدير دوست!





# گل جهڙو هٿ

حسين گل جهڙو پنهنجو هٿ ڏي مونکي،
ڪٽي ان کي لبن سان مان لڳايان.
چڪي چاتيءَ ۾ ان کي مان ڇپايان،
اکين جي پردي ۾ ان کي لڪايان.

حسين گل جهڙو پنهنجو هٿ ڏي مونکي،
مقدس تنهنجي هٿ سان هٿ ملائي،
ڇڏيان دنيا ۾ سموريءَ کي ڀلائي،
حسد وارن سين کي باهه لائي.

حسين گل جهڙو پنهنجو هٿ ڏي مونکي،
پيارو مونکي آهي دل و جان کان،
ڇڏيان جڪڙي مان تنهن کي آڱرين سان،
عوض ان جي ڏيان ڪون و مڪان مان.

حسين گل جهڙو پنهنجو هٿ ڏي مونکي،
گلن ان کان نزاڪت آ چرائي،
صبا ان کان ئي خوشبو آ پرائي،
ستارن جي چمڪ ان آ لڄائي.

حسين گل جهڙو پنهنجو هٿ ڏي مونکي،
وڏي هيڪر جي مون سان هٿ ملائين،
نوازش ساڻ پنهنجو تون بنائين،
ڇڏيان ڪڏهين نه انکي عمر تائين.

حسين گل جهڙو پنهنجو هٿ ڏي مونکي.

*



# شمع ۽ پروانو

هيئن شمع کي ٿي چيو پرواني رات:
"مونکي تنهنجي آ سدائين وائي وات،

عشق مونکي ٿو نہ ترسڻ ڏئي گھڙي،
پَلڪَ ۾ ٿو خاڪِ ٿيان توتان سڙي."

کن شمع جي جذهين پهتو هي بيان،
پنهنجي مشڪي هن طرح کولي زبان:

"اي اُبهرا منهنجا عاشق سچ چوان،
تِڙ تڪڙ آ ڪاٽيارن جو نشان،

عشق ۾ جلدي سڙڻ ناهي ڪمال،
پر سڙي ڪنهن لئہ جيئڻ آهي محال."





# بلبل ۽ گل

هڪ ڏهاڙي بلبل شيرين مقال،
گل سان آهستي ڪئي هئي قيل قال:

"چو وڏائي حسن تي تون ٿو ڪرين،
پاڻ جهڙا تو جڏهن مرندا ڏسين."

گل ڪلي هن کي وراڻيو هي جواب:
"آهه سچ جيڪي چوين ٿو تون جناب،

پر نہ ڪنهن سهٽي جي عاشق باثواب
سخت سخنن سان ڪئي دل آ ڪباب."





# جدا ٿي وياسي

جيئن آسمان تي ڪ ابربهار،
مِلن ۽ مِلي ٿي وڃن ڏار ڏار،
مِلي تون مان منڙا جدا ٿي وياسي.

جيئن راهہ ڀُلجي ڪ حيران راهي،
ملي ماڳ هڪ تي پَٽن ٿوري ساهي،
چون ٿوري دمَ ۾ سي الله واهي.

جيئن شاخ هڪ تي ڪ غمگين پکي،
پريل درد سان نغما ڇيڙن اچي،
الگ ٿي وڃن هڪ ٻئي کان وري.

جيئن سمنڊ مان ڪي ڪ ڇوليون ڇُلي،
وڃن رِيتَ تي هڪ ٻئي سان ملي،
وٺن موتَ تي پر علحدي ڳلي.

مِلن هڪ ٻئي سان ڪ گردش ۾ جام،
اجا ڪَن نہ پُورو سَلام و ڪلام،
تہ پهچي وِڇوڙي جو تن کي پيام.

جيئن ڪنهن شجر جي جُهڪي شاخسار،
وڃي شاخ ٻيءَ ساڻ ٿئي همڪنار،
مگر سخت جهونڻو ڪري تن کي ڏار.

مِلن رات ۽ ڏينهن جيئن هڪڙو دمُ،
نہ اوري سگهن پنهنجو رنجُ و المُ،
نِين پنهنجي دل ۾ سي فُرقت جو غمُ.



جيئن اَبرَ ڪَنهن مان ڪ بُوندون ٽمي،
اچي برگِ گُل تي ڏين سي چمي،
۽ توري گهڙيءَ ۾ وڃن خشڪ ٿي.

هُئو تنهنجو ۽ آهِ تَنهنجو "اياز"
اي گُلَ رُو! اي گُل رخ، اي عاشق نواز!
هُجي ڇو نه فُرقت پلي جانگداز.



# شاعر جي بارگاه ۾ فطرت جي صدا

*چنڊ جي صدا :*

زمين ۽ آسمان مونکان منور،
فلڪ جي گوش جو آهيان مان زيور،
نظارو منهنجو آهي روح پرور،
سَبيلِ نور پهچايان ٿو گهر گهر،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

*اڌ رات جي صدا :*

سَندم تاريڪين ۾ يادِ ياران،
سندم خاموشين ۾ نغمۂ يزدان،
سندم دل ۾ هزارين راز پنهان،
ستارا شاد، شبنم آهه گريان،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

*آفتاب جي صدا :*

سڏن سڀ مونکي ٿا مشرقَ جو قيصر،
عُروسِ صبح آ مُونسان منور،
سندم ڪرڻن سان ٿئي پٿر ٿو گوهر،
چمن جو ذرو ذرو ٿئي ٿو اختر،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

*صبا جي صدا :*

رَهان ٿي مان چمن ۾ مست و رقصان،
سندم جهونڪا سدائين مُشڪ باران،
نِشاطِ دِل جو مُون ۾ ساز و سامان،
رهي خندان ٿو مون کان باغ و بُستان،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

گل جي صدا :

ثنا منهنجيءَ ۾ بلبل گيت ڳائي،
صبا منهنجي ئي خوشبو تي چرائي،
چمن ۾ حسن منهنجو آگ لائي.
خرد وارن کي مجنون تو بنائي،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

بلبل جي صدا :

چمن جي تا سڏن مونکي غزل خوان،
سندم آهن ۾ حسرت ياس و ارمان،
سندم گيتن ۾ برق سوز پنهان.
فغان منهنجي کان گل جو چاڪ دامان،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

موسم بهار جي صدا :

جهان کي بخشان خوشبوءَ جا خزانا،
گلن جو دور بلبل جا ترانا،
جوانيءَ کي محبت جا فسانا،
حسينن کي نواءِ عاشقانا،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

بادلن جي صدا :

اسان جي مست آمد ڊيل وانگر،
وڄون تا چنڊ جي چهري تي چادر،
فلڪ جي بحر جا آهيون شناور،
زمين تي موڪليون قطرن جا گوهر.
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!

*ڀماڙجي صدا :*

چراغان آ گُلن سان منهنجو دامن،
بُلنديِ عرش ۽ سختيِ آ آهن،
سندم چوٽيءَ تي ڪکرن سان مزين،
سندم سِيني ۾ هيرا لعل مدفن،
نظر ڪر هن طرف شاعر نظر ڪر!





# پو وري فرصت ڪٿي

بُوءِ گُل جيئن تي رهي دوشِ صبا تي شهسوار،
جيئن خوشيءَ ۾ صبح سانجهي آهه رقصان آبشار،
آسمان ۾ جيئن ڦري ٿو موج ۾ ابرِ بهار،

موج مستيءَ ۾ مگن تيئن ڇو نہ مان هردم رهان،
جي هتان هيءَ ويل ويئي پو وري فرصت ڪٿي!

هيءُ شگوفن جو تبسم، هيءُ سِتارن جو جمال،
ڪشتيءِ ماهِ مُنور بادلن جي مست چال،
صبح جو تارو هميشه عاشقن جان پُرملال.

نقش هي نقاشِ فِطرتَ جي چٽيا سي مان پسان،
جي هتان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

آ جواني اوج تي، آ دل لڳائڻ جو سَمو،
ڪنهن جي لئہ مجنون ٿيڻ عاشق چوائڻ جو سمو،
پيار ۾ ڪنهن کان رُسڻ ڪنهن کي ستائڻ جو سمو.

پنهنجي دل جو ڪنهن حسين جي دل سان مان سودو ڪيان،
جي هتان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

موج ۾ آهي چمن بادِ بهاري موج ۾،
موج ۾ بُلبل جا نغما، گل جي ٽاري موج ۾،
موج ۾ آ ذرو ذرو، دنيا ساري موج ۾.

ڇو نہ سُهڻن سان پيان ۽ موج ۾ ڳالهيون ڪيان،
جي هَتان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

باغ ۾ ڇيڙيو صبا آهي پنن جي ساز کي،
چوٽ چاڙهيو بُلبلن آ رس ڀري آواز کي،
اَڄ گلي مِلُ دلربا هاڻي ڇڏي ڏي ناز کي.

آهه منهنجي ڀي جواني تون به دلبر آن جوان،
جي هٿان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

آهه سهڻو چنڊ جنهن جو چهرو آهي دل نشين،
گل آ سهڻو مَست جنهن کان ٿا رهن اهلِ زمين،
آسمان ڏرتيءَ تي آهين پر سيِن کان تون حسين!

جو نه تنهنجي مدحَ ۾ اشعار مان ويهي چوان،
جي هٿان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

ڪجھ حسينن جا ۽ ڪجھ دنيا جا غم آيا ويا،
مهربانيون ڪنِ ڪيون، ڪن جا سِتم آيا ويا،
ڪجھ خوشيون آيون ۽ ڪجھ رنج و الم آيا ويا.

ڇا جي لئه گذريل گهڙين تي ويهي مان ماتم ڪيان،
جي هٿان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

آ روان راهه فنا تي زندگيءَ جو ڪاروان،
ختمُ تي ويندو ڪڏهن هي عيش و عشرت جو جهان،
ڪين ڪي رهندي زمين ۽ ڪين رهندو آسمان.

جو رهي قائمُ هميشه اهڙو بهتر ڪمُ ڪيان،
جي هٿان هيءَ ويل ويئي پو وري فُرصت ڪٿي!

✳

# آرزو

مان چاهيان ٿو توساڻ مان گڏ هجان،
جيئن چنڊ سان آهه چانڊاڻ گڏ،
جيئن آ شفق ساڻ لالاڻ گڏ،
مان چاهيان ٿو توساڻ مان گڏ هجان.

سوا تنهنجي منهنجي اجڙ زندگي،
ائين آ جئين کنهن قبر جو چراغ،
ائين آ جئين لالہ جي دل جو داغ،
ائين آ جئين سرء جي ويل باغ،
مان چاهيان ٿو توساڻ مان گڏ هجان.

جئين بادلن سان آ برسات گڏ،
جئين ساز سان آهه نغمات گڏ،
جئين دل جي دنيا سان جذبات گڏ،
مان چاهيان ٿو توساڻ مان گڏ هجان.



# اداس دل جو نغمو

تُون هئين هُيون خُوشيون مُنهنجيون،
چنڊ سان جيئن ستارا ٿا رهن.
تون وئين سڀ خوشيون بہ ويون،
جيئن بهارن سان گڏجي گل ٿا وڃن.
تو بنا دل، اُداسُ آ سائين!

تو جدائيءَ ۾ ايئن سڙيِ سينو،
باهہِ کوري ۾ جيئن ڪنهن پڙڪائي،
ياد تُنهنجيءَ ۾ وقتُ گهاريان ٿو،
آءٌ آهيان ۽ آ اڪيلائي.
تو بنا دل، اُداسُ آ سائين!

تون وڃڻ وقت ايئن هُئين خاموش،
ڄڻ تہ سيني ۾ غم لڪايئي ٿي،
اي! خوشيون منهنجيون نيڻ وارا،
پاڻ غمگينُ ڇو بڻايئي ٿي؟
تو بنا دل، اُداسُ آ سائين!

توکي ويندو ڏسي ائين غمگين،
مُنهنجي اکين ۾ لُڙڪ آيا ٿي،
حالُ دل جو نہ ٿي پوي ظاهر،
پنهنجي غم جان مُون سي ڇپايا ٿي.
تو بنا دل، اُداسُ آ سائين!

تو سوا گيتَ مُنهنجا چُپ آهن،
آ ٽُٽي سازُ دل جو پيو،
تو سوا ايئن اُداسُ آ هر شيءِ،
جيئن سوا روشنيءَ جي ڏيو.
تو بنا دل، اُداسُ آ سائين!

گُل بہ آهن، بهار ڀي آهي،
پر انهن ۾ بہ آهہِ ويراني،
ميءَ بہ آهي ۽ جامُ ڀي آهي،
پر مِلي ٿو سُڪونُ ڪٿ جانيِ!
تو بِنا دِل، اُداس آ سائين!

تو سوا ياد سُور آ تن جي،
اُهي راتيون جي گڏ گذاريون سي،
پاڻ سان گڏ ڪٽي وڃين ها دوست،
اُهي گهڙيون جي گڏجي گهاريون سي.
تو بنا دل، اُداسُ آ سائين!

ڀل خوشيءَ جا هجن ٻوين سامان،
تون نہ آهين تہ مان خوشي ڇا ڪندس،
تونءَ ئي منمنجي تہ زندگي آهين،
تون نہ آهين تہ زندگي ڇا ڪندس،
تو سوا دل اُداسُ آ سائين!



# دل چوي ٿي

دل چوي ٿي هتان مان اُڏامي وڃان،
ويس ڪارا ڪري بادلن سان رهان،
ميگھہ ملهار ٿي مان گھمان ۽ ڦران،
۽ هوا جي پرن جي مٿان مان اُڏان،
آءُ وڏندو وڃان آسمان آسمان،
چنڊ تارن کي پنهنجن هٿن سان ڇهان،
سونهن تن جي وڃي آءُ ويجهي پسان،
سج جي منھ جي مٿان هلڪو پردو وجهان،
انکي جهولي ۾ پنهنجي ڇپائي ڇڏيان،
انڊلٺ سان هجان، ڪهڪشان سان رهان،
مان ڪنوڻ ساڻ ڪلندو ۽ ٽلندو وتان،
جهنگ جهر جي مٿان ڏنڊ ڏورن وتان،
ڇيڄ وجهندو وڃان، نازسان مان نچان،
جي اجايل هجن تنکي پاٽي ڏيان،
ٽر جي مارن مٿان آءُ پرٽي پوان،
ڪوه پربت مٿان آءُ رانديون رمان،
اوچن ٽڪرن پٽيان مان ڇپان، مان لڪان،
۽ هماليہ جي چوٽي تي ٻوڙان ٻڪان،
برف جي فرش تي آءُ ليٽي پوان،
ڪاٽي بيهي رهان، ڪاٽي اڳتي وڌان،
ميگھہ جي راڳ سان ساز بنجي وڃان،
گيت بڻجي وڻن جي ڇپن تي چران،
آءُ ٻڏندو وڃان دهر جا داستان،
عشق وارا بہ جت آءُ ملندا ڏسان،

گيت مٺڙا سريلا اُتي مان چوان،
سونهن وارن وٽان هوريان هوريان هلان،
بوند بنجي انهن جي ڳلن کي ڇهان،
عاشقن جي جتي آه زاري ٻڌان،
تن سان ويهي رهان، تن کي آٿت ڏيان،
ڏاڍ وارن مٿان ڏاڍي گجگوڙ ڪيان،
دل دئيتن سندي آءِ ڏاري وجهان،
جت ڏکويل ڏسان تاتي پاڇو ڪريان،
مينهن رحمت جو بنجي انهن تي وسان.
دل چوي ٿي هتان مان اڏامي وڃان!



# شاعر

ايَ خداءِ عشق، اي پروردگارِ رنگ و بو
تون زمين تي ٿو ڪرين ڪون و مڪان جي گفتگو
تنهنجو مرغِ فڪر اڏري ٿو جهان ۾ چارسو
تنهنجي لفظن ۾ سمايل آهه دل جي آرزو،

تون ئي ڇيڙين ٿو سدائين پيار الفت جو رباب
پنهنجي نغمن سان زماني ۾ ٿو آڻين انقلاب.

آسمان کان دور پهچي ٿي وڃي تنهنجي نظر
جت ملائڪ ٻي هلائي ٿو سگهي پنهنجو نہ پر
تنهنجي اکين جي اڳيان سارو ڦري ٿو بحر و بر
تون زمين و آسمان جي ٿو ڏئين ساري خبر،

هر دو عالم کي جو جڪڙي، آنهہ سو زنجير تون
انقلاب و عشق جي خوابن جي آن تعبير تون.

تنهنجي نظرن جي اڳيان آ جلوهءِ لوح و قلم
تنهنجي آڏو هر دو عالم جي سدا گردن آ خم
تون ڏسين ٿو آهہ ڪٿ تختِ سليمان جام جم
جذبۂ انسان کي ڪاغذ تي ڪرين ٿو تون رقم.

عڪس گلشن جو وجهين ٿو تون خس و خاشاڪ تي
عرش جون مهرون هڻين ٿو تون جبينِ خاڪ تي.

تنهنجي لفظن ۾ سمايل آ تخيل جو شباب
تنهنجي معنيٰ ۾ سمايل، آهہ بيحد آب و تاب
شهد تنهنجي گفتگو، تنهنجي آهي شراب
تنهنجي جذبن جو فرشتن وٽ بہ ناهي ڪو جواب.

تنهنجي شعرن ڪان ٿو چڙهي، طاري ٿئي جادوءَ جو اثر
پنهنجي نغمن سان ڪرين بيهوش ڪي ٿو هوش ور.

حسن جي مغرور دل کي جيڪو بخشي ٿو غرور
عاشقِ ناشاد کي جو سوز ۾ ڏئي ٿو سرور
جيڪو روشن ٿو ڪري ظلمات ۾ قنديل نور
جو خيالن ۾ اڏائي ٿو وڃي دنيا ڪان دور.

جنهن ڪان مستي موج ۾ دائم رهي ٿو هر بشر
تنهنجي نظمن ۾ سمايل آهہ ڪو اهڙو اثر.

تنهنجي آهُن ڪان پريشان ٿو ٿئي بيحد نگار
تنهنجي نغمن تي ٿو سوچي پنهنجي دل ۾ بار بار
۽ عوامل سان ٿي وڃي ٿو هو گدا مان شهريار.

شعر تنهنجو، جا ستل دل کي جاڳائي آه آهہ
سنگدل سهڻن کي جا تڙپائي اهڙي باه آهہ.

تنهنجي لئہ روشن ٿئي ٿو، آسمان ۾ ماهتاب
تنهنجي لئہ ئي ابر تارن تي وجهي ٿو پيو نقاب
تنهنجي لئہ ئي ٿا تڙن بلبل جي دل رنگين گلاب
تنهنجي لئہ ٿي هلي بادِ صبا، باصد حجاب.

صبح جي رنگينين ۾ تون آهين نغمہ نواز
شام جي محفل کي گرمائي ٿو تنهنجو سوز ساز.



درهم و برهم جڏهن تارن جي ٽٽي ٽي انجمن
پنهنجا ڪر آهستہ موڙي ٿو جڏهن برگ سمن
گل سان شبنم جي زبان جنهن وقت آ محو سخن
مست جڏهن خوابِ غفلت ۾ پيو آهي زمن،

تنهنجي دل جو ساز اهڙو ٿو اچي پو جوش ۾
حسن تارن مان اچي ٿو تنهنجي جهڻ آغوش ۾.





# انڌي جي فرياد

اي خدا! تنهنجي اڳيان فرياد آ
چو جواني منهنجي هيئن برباد آ
زندگي ناشاد آ. ناشاد آ
بس سياهيءَ سان جهان آباد آ.
ڪهڙو اهڙو مون ڪيو آهي قصور
آ ملي جنهن جي سزا ايڏي، حضور!

مون ڏنو ڪنهن کي نہ جڳ ۾ مور آ
روشني دنيا جي مون کان دور آ
زندگي منهنجي سدا بي نور آ
شيشهِ دل غم انهيءَ کان چور آ.
اي خدا ڏس ڪهڙو هي دستور آ
هڪ ڏِسي ٻيو ٿو ۽ ٻيو مجبور آ.

ٿا چون گلشن ۾ آيل آ بهار
ابر ان تي ٿو ڪري گوهر نثار
ٿي سڄو آهي پيو سو لالہ زار .
فصلِ گل آهي لٿو اڄ بيشمار،
ٿو رئان ليڪن مان هنڙي زار زار
ڪيئن ڏسي انکي سگهان مان هڪڙو وار.

ٿا چون نيلو هو آهي آسمان
تنهن ۾ روشن آهي بي حد ڪهڪشان
بدر آهستہ ٿئي ٿو نوجوان
صبح جو سج ٿو رهي پيو زرنشان،

ڪين مان ڪنهن کي ڏسان ٿو چا ڪيان
پنهنجي سوڙن جو ڪيان ڪنهن سان بيان.

جيڪو منهنجي هٿ ۾ هي آهي گلاب
تا چون سو سونهن ۾ آ لاجواب
"بادشاهہ حسن" ان جو آ خطاب
عشق ان جي ۾ آ بلبل کي عذاب.
منهنجي جيڪر هيءَ دعا ٿي مستجاب
چشم ان جي ديد سان ٿي بارياب.

تا چون ڊڪندا اچن ڪارا ڪڪر
تا هوا ۾ جڻ پکيڙن زاغ پر
شينهن وانگر تا ڪرن سي شور شر
تا پسائن بوند سان سي جهنگ جهر.
تا ٿين ان وقت منهنجا چشم تر
تو ڏسي ڪجھ پي سگهان مان ڪين پر!

تا چون رنگين آ سارو جهان
رنگ بي حد چوطرف آهن عيان
سرخ آهي گل ۽ نيلو آسمان
سبز پن آهن ۽ روشن ڪهڪشان!
مان ڏسان هر دم فقط ٿو ڪارو رنگ
جنهن کان آيو آهيان بي حد تنگ.

تا چون آئي آهي ساعت سعيد
يعني آهي اڄ جهان ۾ عيد عيد
بخت بد کان آهيان محرومِ ديد.
آ نشاط عيد پي مون لاءِ عذاب
ڪين خوشين مان ٿيان ٿو بهرياب.



صبح سانجهيءَ تو رهي ڪنهنجو ڏيان
نالو ڪنهنجو تو رهي وردِ زبان
دل جو جذبو تو ٿئي ڪنهن سان جوان
سچ ته ڪنهن سان مان محبت تو ڪيان،
هاءِ! انڪي پي نتو ڪڏهين ڏسان
سر ڪٽي قدمن تي ان جي تو رکان.

منهنجي لئه آهي جهان سارو سياه
آ زمين ۽ آسمان سارو سياه
آ جهان جو هر مڪان سارو سياه
بار ٻڍڙو ۽ جوان سارو سياه،
تي سياهي حصي ۾ امداد آهه
منهنجي دنيا هن طرح برباد آهه.

دوست هڪ ٻئي سان ملي تا پيا نچن
تا کلن خوش تا تين ۽ تا ٽپن
تا هزارين رنگ سي هردم رچن
ٻوڙ پائي هڪ ٻئي کي تا ونن،
تا رهن ليڪن سيئي مون کان ئي دور
۽ اچي ويجهو ڏسن مونکي نه مور.

لت سدا منهنجو رهي آڌار تي
ٽڪ ۽ سڪ سا رهي غمخوار تي
بس دنيا ۾ آهه هڪڙو يار ئي
ڪينڪي مون کان ڪڏهن بيزار ٿي،
ان سهاري تو گذاريان زندگي
ان جي آڌر مان تو گهاريان زندگي.





مون مان آهي پنهنجوءِ اغيار ڪڪ
ننڍو وڏو پيرسن ۽ ٻار ڪڪ
چاق ڀي ڪڪ آهي بيمار ڪڪ
پاڻ مان خود پاڻ آهيان ڏار ڪڪ،
بار دنيا تي آ ڄڻ منهنجو وجود
عار دنيا تي آ ڄڻ منهنجو وجود.

منهنجي قسمت ۾ آهي ٺوڪر لکيل
راهه منهنجيءَ ۾ ٺڪر ٺوہر لکيل
زندگي منهنجي آهي بدتر لکيل
۽ خيالي پيچرا ۽ ور لکيل،
هر قدم تي مونکي آهي مشڪلات
ٿو ڏکيو گذري ائين هي ڏينهن رات.

ڇا ڪڏهن ٿيندو نه هي آزار بس
ڇا نه ٿيندو بختِ بد جو بار بس
ڇا هي سورن جو نه ٿيندو دار بس
ڇا نه ٿيڙو آهي حالِ زار بس،
ختم ٿيندي ڇا حياتي هيئن رڙي
بختِ بد جي رهندي هيئن قائم اُرڙي.



ڇا جهان وانگر تون ٿيندين بي ڪرم
قهر جو ايڏو سدا رهندو قدم
بس خوشيءَ عيوض ٿي ڏيندين رنج و غم
ان کان بهتر آ ڪيڏي ڇڏ منهنجو دم،
منهنجي ڇٽندي جند هن آزار کان
سور جي، ڏک جي ۽ غم جي بار کان.

(سنڌ مسلم ڪاليج مخزن آڪٽوبر 1949ع ۾ شايع ٿيل)



# آيو بهار

مند مينهوڳي آئي يا
ڪڪريون ڪاريون ڪارونيار.

هلڪي هلڪي بوند وسي ٿي
موتين جي ٿي وئي وسڪار.

جيئن نشي ۾ مست موالي
ائين ٿا جهومن تارئون تار.

ٿر بر سارو ٿي ويو جل ٿل
تل ترايون تارئون تار.

اُڀ ۾ بادل ڪارا ڇانيا
ڄڻ ڪنهن سهڻي ڇوڙيا وار.

ابرن اهڙو ويس ڏکيو آ
محرم ۾ جيئن ماتمدار.

وات گلن جا بوندن پريا
ٿويا ان سان جيئن ٿمتار.

ڌرتيءَ جي خوشبوءِ اچي ٿي
ڄڳ مڳ گلن جي ڄڻ هبڪار.

اٺين اڇن ٿا ٽڪرا بادل
ٻڪ پچائن جيئن ٿا ٻار.

ڳل ڦل ايئن ٿا ڀِڻ ٿڪن
مڪڙو ڏوتل جيئن ڪنوار.

اپ ڳجي ٿو، مينهن وسي ٿو
چوڏس ڪنوٽن جا چمڪار.

گهڙي اٺين ڪنوڻ ڪنوي ٿي
جنگ ۾ جرڪي جيئن تلوار.

لُو لڪ، جهولا ساهه ساڙيندڙ
چڙ گرمي وئي، ٿيو ٺڏڪار.

هن موسم ۾ ڪيئن رهان مان
منهنجا دلبر تو کان ڌار.



# تنهائي

جيئن اچي حملو ڪري وڻ تي خزان
هار ڪائي پن ڇڏن پنهنجو مڪان
رهجي هڪ پن جيئن وڃي ڪو ناتوان
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان، اي دوست.

جيئن پٽي سڀ باغ مان گل باغبان
پر وڃي هڪ تي نہ پيو ان جو ڌيان
جيڪو تي پئي درد جو نئون داستان
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

جيئن وڃن ڪنهن ڪونج کي ڪونجون ڇڏي
۽ اُفق ڏي جي وڃن ٽڪرين لڏي
هوءَ اڪيلي ويٺي، تن کي پئي سڏي
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

ولر مان جيئن چار ۾ ڦاسي پکي
آشيانن ڏي وڃن ٻيا سڀ ڀڄي
غم الم ۾ هو پيو گهاري زندگي
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

جيئن لڪائي پردي اندر تو ڪڪر
چمڪندڙ روشن ستارا زور تر
ڪوئي هڪ ٽمڪي ستارو دور پر
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.



ماڪ جا قطرا وچن جيئن ٽي نهان
پر هجي هڪ ننڍڙو قطرو ضوفشان
ڪنهن حسين ڳوڙهي جيان بيٺل عيان
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

جيئن وڏي اڳتي وڃي ڪو ڪاروان
ائين وڃي رهجي ڪو پنتي جاودان
جيئن ٽٽي تارو ڇڏي ٿو آسمان
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

جيئن سياري جو، ڪوئي ڪارو ڪڪر
آسمان جو ٿو رلي تنها پيو بر
چين پائي ٿو ڪٿي هو ڪين پر
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

پهچي سڀ ٻيڙيون وڃن ساحل قريب
رهجي موجن ۾ وڃي هڪڙي غريب
واچي ويٺي پنهنجو حسرت سان نصيب
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

جيئن ميسارڻ سان ڦرهي جا اکر
ٿا وڃن ڌهندا سڀيئي تيز تر
پر اچي جيئن ڪو ڊٺل ان ۾ نظر
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.



جيئن وڃي گل ٽي هوا ۾ هر ڏيو
رهجي پر هو ٽمٽمائيندڙ ويو
تو حياتيءَ جا ڪٽي بس دم پيو
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

مقبرن جا جيئن ڪيئي اوچا منار
ڊهندا آهستہ وڃن پيا بار بار
پر بچيل بيٺو ٻڌائي حال زار
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

ٿي ”اياز“ آهي تنهائي نصيب
آ نہ يارن ري خوشي ڪائي نصيب
ياد ٿي وئي آهہ هي وائي نصيب
هاءِ، تنها جڳ ۾ تيئن آهيان اي دوست.

(مهراڻ سيارو 1954ع)





# سنڌڙي منهنجو وطن

جنهن جو آهي ذرو ذرو ماهتاب،
آ پشيمان جنهن جي اڳيان آفتاب،
جنهن اڳيان آ سونهن زهرا جي خراب،
جنهن اڳيان پيلو آ بجليءَ جو پيو تاب.
سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

آ جتان جو آبُ بس آبِ حيات،
آ سمايل جنهن ۾ جڻ شهدُ و نبات،
جنهن کيو آ زم زم و ڪوثر کي مات،
هِندُو جنهن کي پُوڄي ٿو پيو ڏينهن رات.
سنڌڙي آهي اُهو منهنجو وطن!

آ صَبا جنهن جي سدائين مُشڪبار،
عطر ريز و عطر بيز و عطر بار،
جنهن کان خوشبو ٿو وٺي مُشڪي تتار،
جنهن جا طالب گُلَ رهن ٿا ڏار ڏار.
سنڌڙي آهي اُهو مُنهنجو وطن!

گل کان بهتر جنهن جو هر هڪ آهِ خار،
سُنبل و سوسن ٿي جنهن تان ٿئي نثار،
عشق جنهن جي ۾ آ نرگس اشڪبار،
پيچ پيچان ڪائي ٿي پئي ڏار ڏار.
سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

سج جا ڪرڻا اڳ ۾ جنهن کي ٿا چُمن،
ٿا ستارا جنهن وٽان روشن ٿين،
ابر بُوندن ساڻ ٿا جنهن کي ڌوئن،
باب ٿا اسلام جو جنهن کي چون.
سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

ٽا پکي جنتڙي رهن پيا نغمہ خوان،
نغمہ شادي سان کولن ٽا دهان،
دل جو جذبو تو ٽئي جنهن سان جوان،
جنهنجا آهن بلبل گل مدح خوان.
سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

مُشک جنهن جي خاڪ ۾ آهي گنل،
آهہِ جنهن ۾ عود ۽ عنبر پيل،
جنهن جو هر ذرو آ مستيءَ ۾ متل،
آ حسين ڇڻ رنگ هوليءَ ۾ رتل.
سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

ٿو اچي مستيءَ ۾ نچندو جِت سحاب

آهہ پيتل ڇڻ تہ شيرازي شراب

ٿو وسائي پنهنجا گوهر بي حساب

ڇڻ لٽائي ٿو خزانو ڪو نواب

سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

آ جتان جي گل فِشان اهڙي زمين،
چوطرف ڇڻ آهہِ فردوسِ برين،
ٿي گلن جي ماڪ جت ڌوئي جبين،
خود فريفتہ ٿا ٿين جنهن تي حسين.
سنڌڙي آهي اهو منهنجو وطن!

*



# خطاب بہ غدارانِ وطن

هوشيارُ اي نَفس طامع جا مُريدَ!
هوشيارُ اي چشم نابين ڪور ديدَ!
هوشيارُ اي هَمسرِ شِمر و يزيدَ!
هوشيارُ اي صيدِ شيطان پليد!

ديس جو هر فرد چئي ٿو بار بار،
ملڪ جا غدار تي تون هوشيارُ.

تون پڇين ٿو آهِ ڪٿ تنهنجو مقام،
جتِ وٺن ٿا جعفر و صادق جو نام،
اُتِ ڏين توکي بہ ٿا دشنام جام،
توتي لَعنتَ ٿي وَسي هَر صبح شام.

تنهنجا ديسي ڪين پرديسي پرين،
تون نہ پنهنجن لئہ پراون لئہ مرين.

قبر ۾ آ تنهنجي مادرِ شرمسار:
تو لڄائي منهنجي ٿڃَ ڪيئن منهنجا ٻار،
پاڻ کي ثابِت ڪيو تو ڪيئن غدار،
تون وڃين ڏارين سان ٿئين ڪئن همڪنار.

اهڙي ذلت کان ڄمين ها ڪين ڪي،
جي هُئين ڄاڻو ٻچين ها ڪين ڪي.



پاڻ هڪ جيڏن اڳيان تنهنجو پسر،
شرم کان ڪڏهين ڪٿي سگهندو نہ سر،
تنهنجون ڏيئر ڪنواريون رهنديون عمر ڀر،
تن کي ڳوليو ڀي نہ ليندو ڪوئي ور،

ٿيندي دنيا تن مٿان هيئن طعنہ زن:
هو اِنهن جي ئي وڏن وِڪيو وطن.

قبر ۾ ڀي تون نہ پائيندين امان،
توتي ڪڙڪائيندو بجلي آسمان،
تنهنجي لئہ دوزخ بہ کوليندو دهان،
تون پڪاريندو ئي رهندين الامان.

توکي ڏسندي آگِ دوزخ جا اُلا،
شور سان چوندا پيا صد مرحبا.

سوچ ڪجهہ آهي نہ ٿي هاڻي بہ دير،
پنهنجي دل مان کوري ڪڍ ڪينو ۽ وير،
پاڻ تان لاهي ڦِٽو ڪر دامِ غير،
ڪيئن ڪرين رو باهي ٿو جڏهن آن شير.

ملڪ پنهنجي جي بقا جي واسطي،
جاڳ هاڻي ڀي خدا جي واسطي.

*



## شاگردن سان خطاب

اوهان سان ئي آ سنڌ جي زندگي،
اوهان جوت انجي اوهين روشني،
اوهان ساڻ غم اُنجو، انجي خوشي،
اوهان سنڌ جا سورهيہ، اوهين سُورما،
اوهان جو وَهيلَ رتَ اجايو نہ ويندو.

اوهانجي وَهيل رت مان گلزار ٿيندو،
سڄي سنڌ ۾ جنهن ساڻ هبڪار ٿيندو،
سُتلُ جو اجا آ سو هوشيارُ ٿيندو،
اوهان سنڌ جا سورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وَهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

هي سِرَ جيڪو آهي، سو وِڃڻو ئي آهي،
جوانن جان مَرجي، جي مرڻو ئي آهي،
اوهانجي اڳيان ڏاڍ جُهڪڻو ئي آهي.
اوهان سنڌ جا سُورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وَهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

اچي ڏاڍ ڏاڍائين سان اچي،
مچي رڪ جو راڙو مچي پل مچي،
ڏسون ڪيئن بچي ٿو جي مانجهي مچي.
اوهان سنڌ جا سُورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

اوهانجي وهيلَ رت مان جا جوت جلندي،
سوين طوفان ايندا پَر جلندي ئي رهندي،
اندارو نہ رهندو، جتي لوءِ پوندي،
اوهان سندّ جا سورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

اوهان مائُرن جو ڪَيو مُنهن مٿي،
وڏن جي وڏايو اوهان مانَ ڪي،
" هوشو" ڪي اوهان مان ٿي راحت اچي.
اوهان سندّ جا سورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وَهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

اوهانکي سجي سندّ ڪري ٿي سلام،
اوهان ساڻ گڏ آهہِ سندّ جو عوام،
خوشيءَ ۾ ۽ غم ۾ سدائين مُدام.
اوهان سندّ جا سورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وَهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

اوهان جي وَهيلَ پاڪ رَتَ جو قسم،
ڪندو ڪينَ ڪي ماٺ منهنجو قلم،
نہ ٿيندو خَتمُ، سندّ تان جي ستم.
اوهان سندّ جا سورهيہ اوهين سُورما،
اوهان جو وَهيلُ رت اجايو نہ ويندو.

*(4 مارچ 1967ع جي هڪ رت هاڙ واقعي کان متاثر ٿي)*

*نوٽ: ان ڏينهن حيدرآباد ۾ شاگردن مٿان لاٺي چارج ڪئي وئي هئي، ۽ شاگردن جو رت وهايو ويو هو.*

*

# عهد

اي زمينِ سنڌ، اي منهنجا وطن، تُنهنجو قسم،
اي اُميدن آرزوئن جا چمن تنهنجو قسم.
تُنهنجا گل چا، خار پڻ تنهنجا گلن کان وڌ عزيز،
تُنهنجي گلڙن جو قسم ۽ تنهنجي خارن جو قسم.
چاهه مان چرندا وتن جت مِڻِ مارُن جا مال،
تن ڪندِن ڪرڙن ۽ تن ڪبڙ ۽ لاڻن جو قسم.
پنهنجي پاڻيءَ سان ڪري ٿو سبز جو تنهنجي زمين،
تنهن سنڌوءَ جي چلڪندڙ آهي ڪنارن جو قسم.
بيدل و بيڪس جي ڪافين، جن ۾ آهي سوز و ساز،
شاهه جي بيتن، سچل جي شاهڪارن جو قسم.
سورمي سسئي هئي، ڳوليندي جت پنهنجو پُنهون،
تنهن ٽَڪر، ڏونگر، جبل ۽ ڪوهسارن جو قسم.
سهڻيءَ ميهار سان، چوري ڇپيءَ جيڪي ڪِيا،
تن محبت جي سچن قولن قرارن جو قسم.
راهه راڻي جي ڏسي مومل تڪيا اُپ ۾ ٿي جي،
تن نکٽ ٽيڙو ڪتين ۽ چنڊ تارن جو قسم.
جت نه آهي ڪو تعصب، جت نه آهي ڪو نفاق،
تن محبت پيار جي آ آستانن جو قسم.
ساهه کان پيارا جي آهن، دفن تنهنجي سيني ۾،
تنهن هوشو شيدي ۽ دودي پهلوانن جو قسم.
ساز تي سردار سِر ڏيئي ٿيا جي سرخرو،
سين سِر جي جن هنئي، تن ساز وارن جو قسم.
زنده آهيان جيستائين آ سلامت منهنجي جان،
هيءُ عهد آ، سنڌي ٿيندي مُلڪ جي قومي زبان.

*

# ون يونٽ ٽٽڻ تي

مرحبا اي سنڌ جا سورهيه عوام
مادرِ سنڌ جا اوهان تي سو سلام.

تو سٺيون سختيون وطن جي واسطي
خار کاڌا تو چمن جي واسطي.

ڇا جوانن کي ڪندا هي قيد و بند
جيڪي سر ڏيندا سي ٿيندا سربلند.

جي ڪو منزل ڏي وڌي منزل قريب
جي ڪو طوفان سان لڙي ساحل نصيب.

سر ترِيءَ تي جو ڌري سردار سو
جيڪو دريا ۾ گهڙي آ پار سو.

آ لڙي حاصل اوهان ڪئي ساٿيو
سنڌ جي آزادي مبارڪ غازيو.

آئي آزادي رچايو جشنِ سنڌ
جيئي سنڌ چوندا ملهايو جشنِ سنڌ.

(سنڌي ادبي سنگت جي مشاعري ۾ پڙهيل)



# شاگرد

ڪويا ڪوڏ مان ڪاهي هليا
سورهيہ جي ساٿيھ جا.
نعرا هڻندا حق جا هلندا
گهوٽ گهوڙي چڙهندا الا
سورهيہ جي ساٿيھ جا.

وڙهندا وڙندا، ڪين ڪين ڪي هٽندا،
ملڪ مٿان مرندا الا،
سورهيہ جي ساٿيھ جا.

گجندا ويندا ويرين سامهون
وڄ جان وار ڪندا الا،
سورهيہ جي ساٿيھ جا.

رڻ رڱيندا رت سان
مانجهي جڏهن مچندا الا،
سورهيہ جي ساٿيھ جا.

موت جي منهن ۾ مڙس ٿي ويندا
گل مثل ٽڙندا الا،
سورهيہ جي ساٿيھ جا.

گهاءُ ڪان گهاتو ڪين ڪي ڊڄندا
سر سيني سهندا، الا،
سورهيہ جي ساٿيھ جا.

سانگ نہ رکندا سوڍا سر جو،
سوڀون سپ کٽندا، الا،
سورهيہ جي ساٽيھ جا.

عائم قائم نالا تن جا
جوت جيان جلندا، الا،
سورهيہ جي ساٽيھ جا.

(4 مارچ جي ياد ۾)





# قومي ٻولي

منھنجي مٺڙي ٻولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.
جنھن ۾ ٻُڌي مون ماءُ جي لولي
جنھن ۾ ٻوليم ٻاتڙي ٻولي
ھر ڪا ٻولي جنھن جي گولي
منھنجي مٺڙي مٺڙي ٻولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.

لفظ جنھن جا ساھہ سيباٽا
اھڙا جھڙا مکڻ جا چاٽا
نقطا جن جا موتين داڻا.
منھنجي مٺڙي مٺڙي ٻولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.

جنھن ۾ منھنجي جيءُ جا جذبا
دل جون دانھون اندر جا اُڌما
ڪل خوشي ۽ سورن صدما.
منھنجي مٺڙي مٺڙي ٻولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.

شاھہ سچل ۽ سامي واري
موج ۽ مستي جنھن ۾ ٻھاري
ساھہ کان وڌ جا پياري پياري.
منھنجي مٺڙي مٺڙي ٻولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.



هندو مسلم جنهن کي پائن
هاري ناري شهري چاهن
ڪوه جبل، جهنگ جهر ۾ ڳائن:
منهنجي مٺڙي ٻولي
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.







# پنهنجي ٻولي

اسين ساهہ سنڌيءَ تي ڏينداسي
پنهنجي ٻولي ڪين ڇڏينداسي.

اسين ٿاهہ ٺڳيءَ جا پٽينداسي
سين نعرو حق جو هڻنداسي
اسين ٻاري پنهنجي ڪڻنداسي.
اسين اڳتي اڳتي وڌنداسي.
اسين ساهہ سنڌيءَ تي ڏينداسي
پنهنجي ٻولي ڪين ڇڏينداسي.

اسين جوڌا جنگ جوان آهيون
اسين دولهہ دريا خان آهيون
اسين هوشو جهڙا جوان آهيون.
اسين نالو پنهنجو ڪينداسي
اسين ساهہ سنڌيءَ تي ڏينداسي
پنهنجي ٻولي ڪين ڇڏينداسي.

ٻل وار ٿين، ٻل گهاءَ ٿين،
ٻل ڏاڍن جا، ڌهڪاءَ ٿين،
ٻل مڙسن جا سر داءَ ٿين،
اسين مرڪي مرڪي مرنداسي
اسين ساهہ سنڌيءَ تي ڏينداسي
پنهنجي ٻولي ڪين ڇڏينداسي.





هي ٻولي مٺڙن مارن جي
هي جهانگين جي، جهنگ وارن جي
هي ڏوٿين جي ڏٿ وارن جي
اسين رُڪي سُڪي ئي کائيندا سي
اسين ساهه سنڌيءَ تي ڏيندا سي
پنهنجي ٻولي ڪين ڇڏيندا سي.
جا ٽج سان مٺڙيءَ ماءُ ڏني
جا پينگهي ۾ مون پهرين ٻڌي
جا جهولي ۾ مون ساڻ جهلي.
سا قومي ٻولي ڏسندا سي
اسين ساهه سنڌيءَ تي ڏيندا سي
پنهنجي ٻولي ڪين ڇڏيندا سي.

*



گل ٽڙيا مکڙيون ٽڙيون ٽڙيا ڪنڌمار
تو بن منهنجا يار، خزان منهنجي من ۾.

ڪک سڙن پن سڙن سڙي سڪو گاهه
منهنجي دل ايئن سڙي نڪي دونهون نڪي باهه.

آهي محبوبن جو يارو عجب لقاءُ
گهورن ته گهاءُ، مرڪن مرهم ٿيو وڃي.

بادامي اندر گورا جاڙا هجن جيئن
اسان پرين تيئن رهيو آهي روح ۾.

ماڪيءَ کان منڙيون ڳالهيون محبوبن
جني جي لبن مان ٽا سرها گل ٽڙن.

اٿئي سڏسماءُ وڃي ڪيئن وقت پيو
ٽرن جي پٽن تان جيئن واري ڪٽي واءُ.

لالڻ جي لبن جي، ڪمڙي ڳالهه ڪجي
مرڪي مکڙي ٿي پوي، ڪلي گل ٿين.

ندي وهي، نئه وهي، وهندو رهي واهه
منهنجون اکيون ائين وهن جيئن سنڌ درياهه.



سج لٿي رات ٿي، چنڊ لڙي پرڀات
سجڻ تنهنجي تات، ڪو دم وسري ڪين ڪي.

اهڙيون رات اندر ۾، ايئن يارن جون يادون
سمنڊ جي ساحل تي جيئن ڇولين تي ڇوليون.

پسي پرين کي، من ائين ٽڙي
جيئن گل بهار ۾، چوڏهين چنڊ ڪڙي.

محب ملاقاتيون، وسرن ٿيون نه ورهن جون
زلفن جي خوشبو سان، ڀنل سي راتيون.

*



واڍوڙيا تو وڏ گهڻا، تہ بہ ٿو ماٺ رهين
صبر ۾ سانت سان، ويٺو سور سهين
ائين ڇونہ ڪرين، جيئن ڪنڌ مٿي ٽئي ڪاڪ جو.

واڍوڙيا وڍي ڪيو، سورن جي وائي
جيڪا اٿو من ۾، سليو سڀ سائي
آهي ڪچائي، سهي سور صبر ڪرڻ.

واڍوڙيا ڪين ورو، وڍو وڍندا ئي وڃو
موٽڻ مانجهين مٺو، مشڪل ڪي مڃو
ڦري ڪوٽ پچو، ڏاڍ ڏمر ڏک جنهن ۾.

واڍوڙيا وڍي هلو، اوري ڪيو نہ آسرو
ڏاڍ سڄو ڏاريو، سورن جي صدا ڪري.

واڍوڙيا سدا اوهين، گهايل ڇو گهاريو
جاڳايو جڳ کي، هارڻ ڪو هاريو
ڏاڍ سڄو ڏاريو، سر ڏئي سٽ ۾.

واڍوڙيا وڍي هلو، ڇڏيو سڀ وهم
سور سهڻ، صبر ڪرڻ، اي ڪاٺيان ڪم
جيسين دعوي دم، ڪاڪ مٿان قربان ٿيو.

واڍوڙيا وڍن وارا، هيا پيو هن گهڻا
پونڌ ملي پاڻ ۾، جيڪر بہ ٿي جڻا
جي ڪنا ٿيا ڪٽا، مڇي پونڌو مامرو.

*





متارا موتو، موکيءَ مٺ کوليا
اچي انقلاب جي، چڪيءَ کي چکو
جا مٽي ڪري متو، مڏ اُها ئي ماٺيو.

موکي تون چوکي هئين، سدا شال جئين
سدائين ساٽيھ کي، واڌايون ڏئين
تو ئي آه جئين، سجاڳي آندي سنڌ ۾.

موکي جي من ۾ آ، ڪرامت ڪائي
متارا مڏ پي ڪن وطن جي وائي
ڳالھ اهائي، سدا ڇرين چت ۾.

موکيءَ سندو مٺ، تو لهي لک هزار
مڏ ۾ جنهن جي، خاصو آه خمار
ڏي پنهنجي ڏيھ سان، ڏاڍي پرت پيار
پيئن جي هيڪار، سدا سارين سنڌ کي.

موکيءَ جي من ۾، پلائيءَ جا پير
تنهين جي مڏ کان ڪنڌ ڪيندو ڪير
جن پئي اهڙي هير، سي ساٽيھ جا ساٿي ٿيا.

موکيءَ جي من ۾ آ نشو نرالو
پيتو ان مڏ جو، جنن پر ڪري پيالو
وٺي هيو نہ نالو، وائي تنهن وطن جي.



موڪيءَ جي من مان، جنين پيتو جام
ساري سنڌ تني کي، ور ور ڪري سلام
انهن سنڌو نام، اين ڪان اوچو ٿيو.

موڪيءَ جي من ۾، عجب آ اسرار
متارن مرڪي ڪيو، ڪسڻ جو قرار
ڏاڍ ڏمر ڏهڪار، ته به ڪٽڪن ڪين ڪي.

موڪيءَ جي من ۾، ڪامڻ آ ڪوئي
وهم وسوسا لاهي، دل چڙي ڏوئي
چوي هر ڪوئي، سوپ ٿئي ساٿيهہ جي.

موڪي تون چوڪي هئين، مور متاهين ذات
وٽيون ڏيئي وات، متارا تو ميڙيا.

✳





صدا هٺي سر جي جڏهن سُرندو سرندو
هاڻو سڀ هيٺا ٿيندا، ڪوپن ڪنڌ ڪرندو
جھوناڳڙهه جھرندو، پوندي جھانءِ جھروڪ ۾.

آهي ڳالھه ڳري ڪو ڪري پت نه پت
واري سندو ڪوٽ، رهي رهندو ڪٽ
آهي چارڻ چت، جھوناڳڙهه جھرندو.

چارڻ چنگ چوريو، ڪئي تند تنوار
ڏولائن ڏيھه تان، ويندو سڀ ڏهڪار
ٿيندو سڀ سڪار، جھوناڳڙهه جھرندو.

هنڌين ماڳين هل ٿيو، اهو ھول ھريو
اڃهو ڪي اڃهو، ڪوڙو ڪوٽ ڪريو
جھوناڳڙهه جھريو، واڏايون وري وريون.

*





مھاٹا مڙو، مچ ٽو مذاقون ڪري
سورھيہ ٻڌو سندرا، اونھي گھيڙ گھڙو
لاھي ڊپ لڙو، مرد يا مانجھي ٿيو.





# وايون

متارا اڇي مڙيا، مست ڪيا مڏ ڪي
موڪي ٿي مرڪي.

ڪوٽ ڪيرايا ٿهر جا، ڪوين جي ڪڙڪي
موڪي ٿي مرڪي.

ڪي ٻانڌي ٿيا ٻند ۾، ڪي ساٿيهہ تان صدقي
موڪي ٿي مرڪي.

ظلم زور و زبردستي، ٿي دل ڏوڏن جي ڏڙڪي
موڪي ٿي مرڪي.

سرڪي پي سون ٿيا، ٿي جان سندن جرڪي
موڪي ٿي مرڪي.

*

# وائي

ڪڪرن ڪارا ڪيس ڪيا، ڪنوٽين ڪئي ڪجڪار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

ولين وڻ ڦلاريا، سڪن ٽاريون ٽار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

اکين ڳوڙها ڳاڙيا، لاتي بوند بهار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

سرها ٿيا نيسرڙا، هنڌ هنڌ ٿي هبڪار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا

ڳالهيون محبوبن جون، جهڙي ماڪيءَ لار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

پنبڻيون پيرن ڏريان، هيٺ وڇايان وار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

واڏايون ور ور ڏين، سانگي سپ سنگهار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

سارنگ تان صدقي ٿيان، جنهن ملايا يار
ڍولي اچڻ ڏينهڙا.

*

پروفيسر ڊاڪٽر اياز قادري 19 جنوري 1924ع تي قادري خاندان جي مانائتي شخص ميان غلام سرور فقير جي گهر ۾ پاڪ ڦٽيءَ ڌاري جنم ورتو.

سندن سارسنڀال ۽ تربيت ميان غلام عباس ڪئي، ڇو ته سندن والد محترم 1932ع ۾ ان وقت وفات ڪري ويو، جڏهن سندس عمر اڃا 8 سال مس هئي.

اياز قادريءَ پرائمري ۽ ثانوي تعليم سنڌ مدرسه لاڙڪاڻي مان، جڏهن ته گريجوئيشن ايس ايم ڪاليج ڪراچي، ايم اي (سنڌي ۽ فارسي) ۽ ايل ايل بي ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪئي. سندن پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع هو: "سنڌي غزل جي اوسر".

ڪنهن ٿي چاتو ته هڪ ڏينهن هو اهو مقام ماڻي ۾ سوڀارو ٿيندو جنهنجو اڪثر ماڻهو تصور ٿي نٿي ڪري سگهيا. ڊاڪٽر اياز قادري ڪي نه رڳو پنهنجي ڌرتيءَ سان اٿاهه محبت هئي پر هن شاعري ۽ نثر ذريعي هميشه پيار جو پرچار ڪيو. هو اياز نئين ٿهيءَ لاءِ هڪ اداري مثل هو، جنهن تي تحقيق ڪندي نوجوان محقق فخر محسوس ڪن ٿا. سندن عظمت ۽ احترام ماڻهن جي دلين ۾ اڄ به موجود آهي ۽ اهي کين هميشه به وڏي عزت ۽ پيار سان ياد ڪن ٿا.

اياز قادري پنهنجي سوٽ الطاف قادريءَ سان وڏيڪ ويجهو رهيو، جيڪو پڻ ٽن ڪتابن جو مصنف ۽ ناليوارو اديب آهي.

ڊاڪٽر اياز قادري ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار ٿيو، جتي هن يادگار ڪارناما سرانجام ڏنا. هو ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبي جو باني ۽ پهريون چيئرمين ۽ شاهه لطيف چيئر جو ايڊوائيزر ٿي رهيو. يونيورسٽيءَ ۾ 25 سال خدمتون سرانجام ڏيڻ سان گڏ انگريزيءَ ۾ پي ايڇ ڊي اسڪالرز جي ايڊوائيزر طور پڻ ذميداريون نڀائيندو رهيو.

اياز قادريءَ کي تخليقي ادب جي حوالي سان رجحان ساز ڪھاڻيڪار جي حيثيت حاصل آهي. 50 واري ڏهاڪي جي آخرين ٽي چوٽيءَ جيترن افسانہ نويسن ۾ سندن نالو سرفهرست آهي. هن بلو دادا جھڙا شاهڪار افسانا تخليق ڪري هڪ اھڙو Trend Set ڪيو، جنھن نہ رڳو تمام وڏن ڪھاڻيڪارن کي متاثر ڪيو بلڪ سنڌي افساني کي سنڌ ۽ هند ۾ هڪ نئين نموني سان متعارف ڪرائي ڏاڪ قائم ڪئي. ان کان علاوه سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "مون مطالع سپرين" (لطيفيات)، "متيءَ لڏو مان"، "سنڌي غزل جي اوسر"، ميڪسم گورڪي جي ڪتاب جو ترجمو ۽ شاهہ جي رسالي جو اردوءَ ۾ نثري ترجمو شامل آهن.

سندس شاعرانہ حيثيت بہ پنھنجو مٽ پاڻ آهي. هن 15 سالن جي عمر ۾ پهريون غزل لکيو. اڳتي هلي ڪيترين ئي عالمي ڪانفرنسن ۽ مشاعرن ۾ شرڪت ڪئي.

ڊاڪٽر اياز قادري سنڌي ادبي سنگت جو پهريون باني سيڪريٽري، رجحان ساز افسانہ نويس، جمعيت الشعراء جو باني ميمبر، انگريزي ۾ پي ايچ ڊي ٿيسز جي سلسلي ۾ پهريون ايڊوائيزر، چيئرمين شاهہ لطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري، سنڌ ڪوارٽرلي ڪي ڪراچيءَ، هفتيوار الحقيقت لاڙڪاڻو ۽ ايس ايم ڪاليج ڪراچيءَ جي مئگزين جو ايڊيٽر پڻ رهيو. علاوه ازين ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبي ۽ شاهہ لطيف چيئر جو قيام سندس بيمثال ڪارناما آهن. ويتر سچل سائين جي هم منصب درگاهہ فقير ميان محمد صالح قادريءَ جي سجاده نشينيءَ پڻ ڪيس رڱي ريٽو ڪري ڇڏيو. قادري قلم قبيلي طرفان سندن قرض ۽ فرض سمجهي هيءَ جسارت ڪئي اٿئون شايد ڪجھ حق ادا ٿئي.

☆

# قادري قلم قبيلي جا ڪتاب



## گلدستهٔ مناجات

"ديوان قادري" ۽ "ديوان گدا" مان منتخب مناجات تي مشتمل مجموعو، روح کي ڇهندڙ نعتيه ڪلام جنهن جي، ڪنهن دور ۾ ماڻهون پنهنجي اهم ٻارن کي لولي ڏيندڻ هيون. روحاني تسڪين جي متلاشين لاءِ قادري قلم قبيلي جو سيني ۾ سانڍڻ جهڙو تحفو!




## ديوان قادري

شاعر شيرين زبان فصيح اللسان فقير ميان علي محمد قادريءَ جو سوا ٽي سؤ صفحن تي مشتمل مڪمل ديوان، ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ غزل ۽ مشاعري کي مشنري جذبي سان فروغ ڏياريندڙ ڪهنه مشق شاعر جو تخليقي شاهڪار، جنهن جي آخر ۾ ديوان جي فرهنگ، صوفيانه اصطلاحن ۽ علم عروض جون پيرائتيون سمجهاڻيون به ڏنيون ويون آهن.




## پلي پار جون زيارتون

حرمين شريفين جي زيارت، ڪربلاءِ مقدس ۽ ايران جي سفر ڪٿا. 1924 ۽ 1932 ڌاري پيارن ماڳن جي ديدار لاءِ ڪيل سفر جو روح ريجهائيندڙ داستان. فقير ميان علي محمد قادري ۽ فقير ميان غلام سرور قادريءَ جي قلم مان سرجيل سفرنامو، جنهن کي پنهنجي دور جي تاريخ چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.




## مجموعہ درد

معروف اديب ۽ افسانه نگار الطاف حسين قادريءَ جي ڇپيل /اڻ ڇپيل ڪهاڻين جو ٽڪڙو جنهن ۾ سنڌس هڻ ڪهاڻي. ڪتابن ۽ 15 نڪور افسانن کي يڪجا ڪيو ويو آهي. انفرادي ۽ اجتماعي درد جون نمائنده ڪهاڻيون، جن کي بار بار پڙهندي اهو احساس ٿي نٿو ٿئي ته اهي اڌ صدي اڳ لکيون ويون هونديون!




## لاله رخ

سترهين /ارڙهين صديءَ جي مشهور انگريزي شاعر ٿامس مور جي باتصوير مثنويءَ جو سنڌي ترجمو، محترم الطاف حسين قادريءَ جي ڪيل ترجمي تي اصل جو گمان ٿو ٿئي، خوبصورت ٽائيٽل ۽ تصويري خاڪن سان سينگاريل هڪ انمول ڪتاب.

